# سنسار وڏو مَنڊ آ

(شاعري)

مارُو جمالي

اُڏام پبليڪيشن - دادو
2006ع

اڏام پبليڪيشن جو ڪتاب نمبر ـ 1

ڪتاب جو نالو: سنسار وڏو مَنڊ آ
موضوع: شاعري
شاعر: مارُو جمالي
ڇاپو: پهريون
سال: آڪٽوبر 2006ع
ڇپائيندڙ: اڏام پبليڪيشن دادو
ڪيليگرافي: هرجي
ڪمپوزنگ: قمرالدين ڪوسو
انٽيل ڪميونيڪيشنز ربي چيمبر گاڏي کاتو حيدرآباد
ٽائٽل ڊزائين: انٽيل ڪميونيڪيشنز حيدرآباد

اسٽاڪسٽ:
سچل بوڪ سينٽر ممتاز مارڪيٽ حيدرآباد
ڪريمي بوڪ هائوس صدر حيدرآباد
رابيل ڪتاب گهر لاڙڪاڻو
عزيز ڪتاب گهر بئراج روڊ سکر
قاسم ميمڻ بوڪ اسٽال دادو
سليم نيوز ايجنسي دادو
شان بو ڊپو سانگهڙ
ڪاٺياواڙ اسٽور اردو بازار ڪراچي
حسين عامر نيوز ايجنسي مين بس اسٽاپ سجاول
رهبر بڪ اڪيڊمي رابعه سينٽر لاڙڪاڻو
شاهه لطيف ڪتاب گهر ميهڙ
جنيد بوڪ ڊيپو بدين
ڪتاب مرڪز فريئر روڊ سکر
يونائيٽيڊ بڪ لينڊ مهراڻ مرڪز سکر
نيشنل بڪ اسٽال پنج گلو چوڪ خيرپورميرس
فيصل بڪ ڊپو ڪڪڙ

**ڪائنات**

جي نانءِ

جيڪا صرف پنهنجي

جانيءَ ڪي ٿي

سڃاڻندي آ.

# سنڌ

# اداري پاران

اڏام پبليڪيشن جو قيام ادب جي خدمت کي ذهن ۾ رکي عمل ۾ آيو. ان سلسلي ۾ اڏام پبليڪيشن جا ٻه شمارا هيل تائين منظرِ عام تي اچي چڪا آهن.

اڏام پبليڪيشن هڪ وک اڳتي وڌائيندي فيصلو ڪيو آهي تہ نئين ٽهيءَ جي اديبن ۽ شاعرن جا ڪتاب ڇپائي سنڌي ادب جي جهول، خوبصورت گلن سان ڀريندي ٻولي ۽ ادب جي قرض ۽ فرض جي ادائگيءَ جي سلسلي کي جاري رکجي.

ان سلسلي جي پهرين مراد نئين ٽهيءَ جي خوبصورت شاعر مارُو جماليءَ جي شعري مجموعي "سنسار وڏو منڊ آ" جي صورت ۾ اوهان جي سامهون آهي.

هن کان اڳ "سونهن شاعت گهر" پاران، مارُو جماليءَ جو هڪڙو ڪتاب "پرينءَ جون اکيون" ڇپجي چڪو آهي ۽ مارُو جماليءَ جي هي ٻي موڙي آهي، جيڪا هُو ادب جي بارگاهہ ۾ نذرانۂ عقيدت طور پيش ڪري رهيو آهي.

مارو جمالي ڪيترو پڪو ۽ پختو شاعر آهي؟ اُن جو فيصلو اوهان پڙهندڙن تي ڇڏيندي، مان رڳو هتي هي وضاحت ڪرڻ ٿو چاهيان تہ سندس شاعريءَ ۾ توهانکي ڏکن جو ذڪر بہ ملندو تہ سُکن جو بہ. ڌرتيءَ جو ذڪر بہ ملندو تہ سرتيءَ جو بہ. سندس شاعريءَ ۾ ڪجهہ ڳوڙها بہ آهن تہ مُرڪون ۽ ٽهڪ بہ. سونهن سان شناسائي بہ ٿئي تي تہ اوسيئڙي سان هم نوائي بہ. مطلب تہ محبت کان وٺي نفرت تائين، پرينءَ جي نازن ادائن کان وٺي سندس بيرُخيءَ تائين ڪيترا ئي رنگ توهان کي سندس شاعريءَ ۾ ملندا.

هت مان پنهنجي طرفان هڪڙي ڳالهہ ضرور چوندس تہ جنهنکي واقعي بہ شاعري چئجي، اهڙي شاعري توهانکي هن ڪتاب ۾ ضرور ملندي. ڪتاب بابت اوهانجي قيمتي راين جو اوسيئڙو رهندو.

**ذوالفقار گاڏهي**

03063250132

# ڪا تہ معنيٰ رکي ٿو

ڪنهن وٽان بہ اکر بہ (ڪنهن علم ڪنهن هنر جا) ڪو ماڻهو سکيو/ پڙهيو اهو استاد ٿي چڪو ۽ پوءِ انهيءَ شخص جو احترام عمر ڀر لاءِ لازمي ٿي ويو. مان سائين محسن ڪڪڙائي (مرحوم) کي اڄا تائين داد ڏيندو پيو اچان ۽ زندگيءَ تائين ڏيندو رهندس، جو ان وٽ "مردم شناسيءَ" (جوهر- ٽيلنٽ کي تاڙي وٺڻ) جي ذات ڪيترن جي مقابلي ۾ وڏيڪ هئي. مان بہ محسن جي دريافت آهيان، محسن مونکي اهڙو سڄاتو، جو سنڌ، هند کان ٻاهر تائين بہ منهنجي سڃاڻپ ٿي وئي. تہ پوءِ مان احسان فراموش ڇئبس؛ جي محسن جو احترام ڪرڻ ڇڏي ڏيان.

مارو جماليءَ جي شاعراڻي عمارت بہ محسن جي ڪڙي ڪيل آهي. عمارت جو نقشو نئين طرح سان بنائڻ وارو انجنيئر قابل ۽ بنياد مضبوط هجي، تہ اها خوبصورت ۽ پائدار بڻجي ويندي آهي، تہ ماروءَ کي بہ پنهنجي پيرن تي پختو بيهارڻ وارو محسن ئي هيو.

ادبي دنيا ۾ بہ وڏي بي انصافي پئي هلي. تيليءَ مان ٽنب ۽ نوڙيءَ مان نانگ تہ بڻايو پيو وڃي، پر ٽنب کي ٽنب ۽ اوچي کي اوچو چوڻ ۾ عار پيو ٿئي، عيب پيو ڀانيو وڃي. مارو ڏاڍو باصلاحيت شاعر آهي، پر هو اهڙي ئي ادبي پارٽي بازيءَ جي "بہ اکيائي" جي ٻوٽيل اک جي اڳيان بيٺل آهي، ڪليل اک هن کان پري هٽائي وئي آهي. ڪاش! ماروءَ جي دوستن جو بہ ڪو وڏو گروپ هجي ها جيڪو هُن کي هن جو صحيح مقام ڏياري سگهي ها. ماروءَ جي اصل ۾ وڏي خوبي اها آهي تہ هن جي شاعريءَ ۾

سادگي ۽ بي ساختگي گهٽي آهي. گهڻو بہ موضوع هجي، عشق جو آغاز پيار جي پڄاڻي، وصل، وڇوڙو سندرتا، ڪنورتا، چاهت نفرت منظر ڪشي هجي يا حقيقت نگاري، ماروءَ ان کي آمد واري ڪيفيت ۾ تز جملن ۾ عوامي لفظن وارو روپ ڏئي اهڙي رواني‌ءَ سان پنهنجي شاعريءَ ۾ سمايو آهي، جو اها ساهن ۾ سماعتن کي پياري لڳي ٿي. اهوئي سبب آهي جو هو جڏهن محراب پور ۾ استاد گلزار علي خان (مرحوم) جي ياد ۾ سڏايل مشاعري تي اچي ٿو ۽ پنهنجو غزل پڙهي ٿو:

”تو پاڄهہ چني ورتي ٻڙڏول تہ ٽيٽو هو،
جذبن کي، جوانيءَ کي ڪشڪول تہ ٽيٽو هو.
ٿي سام پڳس تو وٽ، هڪ رات رهيس تو وٽ،
پوءِ صبح جو بستر کي پڪ گول تہ ٽيٽو هو.“

تہ ماڻهن ۾ ٻڙڏول تہ نہ ٿو پوي، چؤطرف ”چوبول“ ضرور ٿئي ٿو. ميدان ۾ وينل پنج- ڇهہ سؤ ماڻهن مان ڪي بہ اهڙا هٿ ڪونہ هئا، جن تاڙي نہ وڄائي هجي. انهيءَ غزل ۾ ڪو گهرو فڪر يا ڏماڪيدار پيغام ڪونهي، ان جي پسنديدگيءَ جو سبب، صرف هن جي سادگي، عوامي ليول جي ٻولي ۽ نغمگي ئي آهي، جنهن ماڻهن کي تاڙين وڄائڻ تي مجبور ڪيو هو.

هونئن تہ پيار ڳوٺن ۽ شهرن ۾ قدر مشترڪ (Common) آهي، پر ان جي شروعات، ان جو انجام (پڄاڻي) اَن ۾ ڳالهائڻ ٻولهائڻ جا طريقا، اشارن ۽ ادائن جا رنگ- ڍنگ، پيغام، سنيها پڄائڻ جا نمونا، ڳوٺن (ٻهراڙين) ۾ شهرن کان مختلف ٿين ٿا. هن اسان جي ”ماروئڙي“ (مارو) شاعر پنهنجي پيار جي اهڙن پلن جي عڪاسي تجربيڪار عڪاس وانگر ڪئي آهي. پيار جي شروعات ڪيئن ٿئي ٿي ۽ ان جا اهڃاڻ ڪيئن ٿا ظاهر ٿين:

”جوين جي رُتِ ۾ هڪ ڇوري
منهنجي ويئي پلٽي ڪايا.“

روڊ مٿان ڪا، راتي گذري،
ڪنهن جي پيار – ڪهاڻي گذري.“

”تي ڏئين هر هر ڦٽي،
جيئن تون هُن کي وٽي
پارُ چو ٿاهين پٽي-
نيڻ تنهنجا تا ڏَسن.“ (گيت)

”عشق جي هن راهہ ۾
۽ چرئي هِنَ چاهہ ۾
تي پئي آ چلولي
هوءَ جوين- موڙ تي.“ (گيت)

هڪ لفظ آهي ”ڪيچلي“ ۽ ٻيو لفظ آهي ”چِلولِي“. ڪيچليءَ جي معنيٰ تي سگهي ٿي، پر چِلولِيءَ جي معنيٰ ڪهڙي؟ ياَ تہ انهيءَ جي ڪابہ معنيٰ ڪانهي، يا تہ انهيءَ جون ڪوڙ معنائون آهن. انهيءَ لفظ کي اسان پنجابيءَ جي لفظ ”چَلِي“ جي مقابلي ۾ رکي سگهون ٿا. جنهن جي معنيٰ آهي ”بي سُڌِ“، ”مستاني“ وغيره. خير! چلوليءَ جي معنيٰ ڪهڙي بہ ڪٿي هجي، پر انهيءَ لفظ ۾ ايترو تہ موهہ ۽ پاٻوهہ آهي جو ان کي وري وري پيو ورجائجي ۽ بس. لڳي ٿو تہ ماروءَ جو مزاج ننڍپڻ کان ئي عاشقاڻو آهي.

”ميرا مزاج لڑکپن سے عاشقانہ ہے“

سو ماروءَ جو عاشقاڻو مزاج هُن کان هِن طرح جا شعر بہ لکرائيندو رهيو آهي.

”مارو! تون بہ شڪاري نڪتين-
وقت وڃايئہ هرڻ جهٽيندي.“

ماروءَ جي شاعريءَ جا لهجا ٻڌائن ٿا تہ هو رولاڪ نہ عاشق آهي ۽ هر عشق سڦل (سجايو) بہ ڪونہ ٿيندو آهي.

بعضي بعضي هرڻ بہ جهٽڻا پئجي ويندا آهن. ”هرڻ جهٽڻ“ هڪ محاورو آهي. (ماروءَ ان کي پنهنجي شاعريءَ ۾ محفوظ ڪري، هُن جي حياتي وڌائي ڇڏي آهي) جنهن جو مطلب آهي اهڙا مشڪل ڪم ڪرڻ، جهڙا هرڻ جهٽڻ مشڪل هوندا آهن.

ماروءَ جي شاعريءَ مان ڀهراڙيون ائين ٿيون جهلڪا ڏين، جيئن آئينن مان اولڙا. اُتان جو ماحول، اتان جي رهڻي ڪهڻي، اتان جي پيار جا

پاچا، اتان جي سُريتين لاءِ سرتن جي سوڪڙين جا قسم ۽ ٻيو گهڻو ڪجهه، اتان جي روايتن ۽ رسمن مطابق آهي. هنن شعرن تي غور ڪيو.

"چڙ ٻهانا: هو ٻهاڪو تو ٻڌو ناهي ڇري!
جَتُ ڪڙهه تي ڪير پياري جي سچائيءَ تي چڙهي"
پيا به ڪيئي سونهن تنهنجيءَ تي ڏنم عاشق هيا.
لوڪ ساريون تهمتون مون تي چڏيون آهن مڙهي.
هُن هٽي مُهري، وڏي اُڪري پيچي ويس هٿ ڦِري.
سامهون مارو َ هيس پوءِ ڪَيئن چوري اَنُ چڙهي."

"چتائي ڏسڻ ڪا ته معنيٰ رکي تو،
چپن ۾ ڪلڻ ڪا ته معنيٰ رکي تو.
"ڪڏهن ياد آياسين" هُن ڪان پڇيو مون
"الائي" چوڻ ڪا ته معنيٰ رکي تو."

"باجهه منجهان جي تون تي ٻولين
منهنجي اڳيان جي تون تي ڪولين
چولي جا هي تَجّ ٻٽڻ-
پارُ پلي پوءِ ڪيئن سگهان." (گيت)

"موهه ماٹهوءَ جو ڪڏهن مايا خريدي آ سگهي؟
سوڪڙي تي جي ملن تا لک لهن سي ئي چلا.
يارُ ميلي تي ويو َ تس، پڪ آئيندس سڳيون،
هيءَ دعا ويني گهري "شل خير سان موٽي الا."

مٿين شاعريءَ ۾ "جَتُ ڪڙهه تي ڪير پيارڻ" وارو ٻهاڪو+ مُهريءَ سان اڪري پيچي وجهڻ + چتائي ڏسڻ + چپن ۾ ڪلڻ + پنهنجي يادگيريءَ جو محبوبا کان پڇڻ ۽ هُن جو جواب ۾ "الائي چوڻ" + تج ٻٽڻ کولڻ + سوڪڙين ۾ چلا + ميلي تان يار جون سڳيون آڻڻ ۽ ميلي تان خير سان موٽي اچڻ جون دعائون. اِهي سڀ ٻهاڪا، مثال ۽ وارتائون، ٻهراڙين جي حقيقتن جي نمائندگي ڪن تا.

”اُڪرِيُن ۾ اَنُ چڙهڻ“ صرف ئي صرف ٻهراڙين ۾ ئي موجود آهي، (اجا تائين) ۽َ چوري اکريءَ ۾ اَنُ پئي چڙهي، تورو پري هُن جو عاشق (مارو) هُن جي سامهون بيٺو آهي. اکيون اُن ۾ اٽس، هَٿُ ڦري وڃيس ٿو، مُهري پنهنجي جاءِ تي نہ ٿي لڳي، اُکريءَ جي ڪَني ۾ لڳي ٿي ۽ اُکري ڀڃي پئي ٿي. اِها تڙُ حقيقت اِهو هوبهو سَچ، ماروءَ ئي پنهنجي شاعريءَ ۾َ لکيو آهي، ماروءَ واري ٿهيءَ جو ٻيو ڪو شاعر اُن تائين نہ پهچي سگهيو آهي. ٻهراڙين جا واقعا، مڪالما ۽ لهجا ٻيا بہ ڪيئي ماروءَ پنهنجي شاعريءَ ۾ سمايا آهن:

”هي ڪهڙو توسان رشتو آ،
تون روئين ٿي مان روئان ٿو.
ٻيا پاٽيءَ سان مان چُمين سان۔
تنهنجا ڳلڙا ڌوئان ٿو.“ (نظم مان)

ڪنهن مرڪي مون کان رات پڇيو:
”ڏَس مارو ڪيئن تون شاعر ٿئين؟
ڪَنهن جي مرڪن موهيو ٿئي؛
يا سونهن جي پويان پلجي وئين!“

انهيءَ شاعريءَ جو ڊڪشن (Diction) منفرد بہ آهي، موهہ ڀريو بہ. ان ۾ موسيقي بہ آهي، ردم بہ، رواني بہ، اُها ڪوڙي نہ سچي شاعري آهي، ۽ سادن، سُودن، سٺاون، سمجهہ ۾ ايندڙ لفظن ۾ ڪيل شاعري پڙهندڙ/ ٻڌندڙ ماڻهن تي، پنهنجي پسنديدگيءَ جو تڪڙو ۽ مناسب اثر ڪندي آهي.

مون محسوس ڪيو آهي تہ ماروءَ جي غزل تي محسن ڪڪڙائيءَ جو رنگ (گهڻي ڀاڱي) چڙهيل آهي ۽ هُو نظم ۾ شيخ اياز کان متاثر آهي. هر شاعر/ ليکڪ وانگيان، ماروءَ جا بہ ڪي خواب آهن، آشائون آهن ۽ انهن اميدن جي پوري ٿيڻ جو يقين بہ. خواب ڏسڻ ۽ دل ۾ خواهشن پالڻ تي ڪوبہ پابندي نٿو وجهي سگهي.

”سار سپنا بہ ڌڻَ سُجي وانگر
جنهن جو ڪوئي ڌنار ڪونهي ڪو

نينهن مارو چٽي نـ ويندو آ،
هي سرنهن جو ڦلار ڪونهي ڪو.“

”سجَ ايري پوءِ ويچجان،
راتَ ڪيڏي شبنمي آ.
ڪاوڙي مارو ڪتي آ،
هوءَ تـ پرچڻ لئہ رُني آ.“

”سات تنهنجي مان ٽُٽل
مان عمارت جڻ ڪُٽل
آخري سِرَ چڏ هٽي
مان رلڻ کي ٿو ڇڏيان.“ (گيت)

”چاهہ تي پيو چلولو
ڪر اچي اُن جو بلو
ڳالهہ تي وئي آ، ڳري
دل چوي تي تون بہ آءُ.“ (گيت)

دل تـ مارو! سُرڪندي،
تون رهين شل مرڪندي،
ڪاوڙي ايندي نـ ڪر-
توهہ تنهنجي ٿو تڳان.“ (گيت)

سات ڇڄڻ سان شاعريءَ ذريعي اهو محسوس ڪرائڻ تـ ”مان ڪٽل عمارت وانگر لڳو پيو آهيان، تون آخري سرَ هٽي (پيهر سات ڏئي) ان اڻ پوري عمارت کي مڪمل ڪري وڃ. پنهنجَي جاءِ تي خود هڪ لفظن جي دلڪش عمارت ڪڙي ڪرڻ جي برابر آهي. اڄ ڪيترا نوان شاعر لفظن کي بي معنيٰ ڪري تا ڇڏن، جڏهن تـ شاعر لاءِ لازمي آهي تـ هو لفظن کي ”مڪمل معنيٰ“ بخشي. پر! مارو لفظن جي سفر جو نئون نئون مسافر هوندي بہ لفظن کي بي معنيٰ نـ ٿو ڪري، هُو لفظن جي استعمال ۽ ادائگيءَ جي پوري پوري صلاحيت رکي ٿو. مٿي ماروءَ ”سات

ٺُلُ"، "عمارتِ"، "ڪتل" ۽ "سَرَ" لفظن کي انهن جي ضرورت مطابق درست معنائون بخشيون آهن.

بيوفايون رڳو پيار- محبت ۾ نہ، يارن- دوستن سَڱن ۽ رشتيدارين وٽان بہ ٿينديون آهن. هيءَ دنيا ئي بي وفا آهي نہ! حياتي بيوفا، جوڀن بيوفا ۽ هي مندون ۽ موسمون بہ بي وفا، بي وفا، بي وفا!! ماروءَ کي ننڍي عمر ۾ ئي اهڙا مشاهدا ٿي چڪا آهن/ ٿين پيا.

"ڳوٺ تنهنجو اهوئي ساڳيو آ،
تون نہ آهين قرار ڪيئن رهندا.
ان ڪري ئي ٿئي ويا مارو
هئا مفادن جا پيار ڪيئن رهندا."

"تو ڏنا جي لڙڪ، سانڍي ساهہ سان ماروءَ رکيا،
مون ڏنا جيڪي "چلا" سي گهر گهلا ٿيندا رهيا."

هن شعر ۾ يارهن الف، چار سين (س) ٻن گهيئُن (گهہ) ۽ "چلا – گهرگهلا" جي آوازي (صوتي) لهرن ۽ اندروني قافين هارمونيم جي سُرن جهڙي موسيقي ۽ رس پيري ڇڏي آهي ۽ ماروءَ وٽ اهڙا ٻيا بہ ڪيئي شعر آهن جن مان هن جي شاعرانه ڏانءُ جو پتو پوي ٿو. بيوفاين جو ذڪر اچا ڪٿو ناهي ۽ بيوفايون شاعر (ماٺهوءَ) جي رڳ رڳ ۾ جيڪو مايوسين، بي چينين ۽ خود فراموشيءَ (پاڻ وسري وڃڻ) جو زهر ڀرن ٿيون، ماروءَ جي واتان اهو بہ چورائٹو آهي:

"ڪالهہ هن جي "ٻُڪي" پئي آهي،
ساهہ جي سَڌ سُڪي پئي آهي.
نيٺ "ونواهہ" ۾ وڃي وينئي،
ڪيئن ملندي رُڪي پئي آهي."

"ونواهہ" جي رسم تہ ڪٿي ڳوٺن سان گڏشهرن ۾ بہ آهي. پر ٻُڪيءَ جي رسم رڳو ڳوٺن ۾ ئي آهي. شهرن ۾ اهڙي قسم جي ڪا رسم هجي بہ تہ ان جو ڪو ٻيو نالو هوندو.

"مون تہ پنهنجي خوديءَ کي بہ ٽڪرا ڪيو
هو نہ پنهنجي تڪبّر کي ٽوڙي سگهيا."

"ڇا، هي پنهنجا سور نہ ساڳيا،
جيڪي هڪ ٻئي ساڻ ونڊيون.
ڇا، موهہ اسان جو مٽي آ،
جنهن کي لاهي جانَ ڇنڊيون." (نظم مان)

مچ تہ مارو يار ها، سي
جي ويا ٽي لٽ هنيون-
هن شهر جون يادگيريون." (وائي)

"تون ۽ تنهنجا رستن ٽي،
پيرا آڙڻ وسري ويا."

پاڻُ وسار (خود فراموشي) ايتري آ جو ماروءَ کان "هوءَ" ۽ رستن تي "هُن جا" پيرا آڙڻ بہ وسري ويا آهن. "پيرا آڙڻ" خالص ٻهراڙين جو اصطلاح آهي. "آڙڻ" معنيٰ اڙون ڏيڻ- تاڙڻ- ڳولڻ. ڳوٺن ۾ راتين جو چوريون ٿينديون آهن. پيري (پير ڪٽڻ وارا) آٽٻا آهن. اهي اَڙون ڏئي، چورن جا پير ڪٽي، چورن جيَ ماڳ تائين پهچندا آهن ۽ چوريون موٽايون ونديون آهن. پر اهو سيڪجهہ تہ تڏهن ممڪن آهي، جڏهن پاڳيو سرت ۾ بہ هجي نہ! گهٽي پاڳي شاعر ماڻهو عام ماڻهوءَ جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ خوددار ۽ حساس هوندا آهن. هُو محبوبن جي بي وفاين تي تڙپندا تہ آهن، پر انهيءَ تڙپ مان بہ بي نيازي جهلڪندي نظر ايندي آهي:

"چلولا ٽي پيا هياسين پر،
ٻاجهہ لئہ ٻار ٽي نہ ايندا سين،
تنهنجي محفل مان روز او جانان!
موٽندي خوار ٽي نہ ايندا سين."

"جنهن ڪچيون ڪُرڙيون ٽي ڪاڙيون، سو نہ مارو ساڳيو
ڏووَ جو آهي زمانو ميٽ ڪٽ مَلجي نہ ٽو."

"ڦھرين مرڪ تہ ماڪيءَ جھڙي،
ڦوئين چڙٻ تہ جيءَ ڪي جھوري.
هيڪڙ ٻيھڙ ٽيھر سھندو،
پر ڪو ڪيسين ڏک سان ڏوري" (نظم مان)

ماروءَ جي شاعريءَ ۾ صحيح موقعي ۽ صحيح محل تي محارون جو تُز استعمال بہ نظر اچي ٿو. مٿين شاعريءَ ۾ "محفل مان "خوار ٿي موٽڻ"، "ڪچيون ڪرڙيون ڪاٽڻ" ۽ "رئڻ سان دل جو بار هلڪو ٿيڻ" جھڙا محاورا پنھنجي پنھنجي جاءِ تي "فٽ" ٿيل آهن. ماروءَ جي اِها بي نيازي ۽ خود اعتمادي اِن ڪري آهي جو هُن کي يقين آهي تہ هُن جي "هُن" سان هن جو سنگم هڪ ڏينهن وري بہ ٿيندو ۽ سُکن جو سج ابري پوندو.

اسان جا ناليرا (وڏا) اديب پنھنجي جوڙ ۽ جيس جي ليکڪن کان سواءِ پنھنجي جونيئرس (نئين ٿھي – نوان شاعر) تي لکندي ڪجھہ گھٽتائي محسوس ڪندا آهن. اِها هڪ وڏي بي انصافي آهي. مغروريءَ ۾ اچي مصلحتن کان ڪم وٺندي، انھن جي صلاحيتن ۽ خوبين کي پريس ميڊيا تائين نہ پھچائڻ، انھن کي نظر انداز ڪري وجھڻ، انھن کي ڏڪ ۾ رکي ڇڏڻ ظلم آهي. اسان کي پنھنجي نوجوان نسل جي فڪر ۽ فن تي دل کولي ۽ لازمي لکڻ گھرجي، جيئن انھن جي حوصلہ افزائي ٿي سگھي. انھن ڳالھين کي نظر ۾ رکندي، مون اهڙي ڪنھن بہ نئين ايرنڊڙ شاعر کي، جيڪو مون وٽ اُميد رکي ايندو آهي، ڪڏهن بہ مايوس نہ ڪيو آهي، ان تي لکندي خوشي ۽ اطمينان حاصل ٿيندو آهي.

ماروءَ جي هن شعري مجموعي "سنسار وڏو منڊ آ" جي شاعريءَ تي ڪجھہ صفحا لکندي مون ڪنھن مبالغي کان بلڪل بہ ڪم نہ ورتو آهي. مون هن جي شاعريءَ جي آيارڪ اپٽار اِن ڪري ڪئي آهي، جو اُها واقعي اپٽار جي لائق آهي، ۽ جنھن سان مون انصاف ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

**آتم ناٿن شاهي**
شاهہ بيگ لين
لياري- ڪراچي

# دل اچا سات ڏي!

انسان ڪائنات جون وسعتون ڪڏهن بہ ماپي نہ تو سگهي. چاڪاڻ جو دنيا ۾ ڪيترين ئي نيون، عجيب، اڻ ڏٺل، اڻ ڇُهيل ۽ اڻ محسوس ڪيل دنيائون آهن. ان ڪري ڪائنات کي ماڻهوءَ جي من سان تشبيهہ ڏيڻ وڌيڪ موزون آهي، ڇوتہ انسان جي اندر جي دنيا ۾ بہ تہ ڪيترائي جهان سمايل هوندا آهن. هر جذبو هر احساس پنهنجي الڳ دنيا رکي ٿو. انهن جذبن جي جنم وٺڻ پويان الاهي سارو پس منظر هوندو آهي. پس منظر خود هڪڙي حقيقت هوندو آهي يا ايئن کٽي چئجي تہ پيش منظر جي پاڙ يا پيڙهہ هوندو آهي. ايئن ئي پس منظر جي پيڙهہ تي، عمارت جڙندي آهي، ماڻهوءَ جي تشخص جي. ۽ ماڻهو بنجي پوندو آهي ڪلاڪار، سائنسدان، سياستدان، عاشق، پرين، مرشد، مريد، پيغمبر، پوئلڳ، حاڪم، محڪوم، بس! ڪجهہ نہ ڪجهہ ٿي پوندوآهي ماڻهو.

ايئن ئي ڪنهن ماڻهوءَ جي شاعر ٿيڻ پويان بہ ڪيترائي پس منظر هوندا آهن ۽ ڪوڙ سارا محرڪات هوندا آهن. شاعر جي جيون ۾ بہ ڪو ڊوليو هوندو آهي، جيڪو سندس دل جي ڏَٿَ تي ڊرندو آهي. ڪو عاشق هوندو آهي، جنهن لاءِ سينگار ڪرڻ ۾ مصروف ٿيندو آهي. ڪو ميهار هوندو آهي، جنهن لاءِ گهڙو کٽي آڌيءَ رات ڪُنن سان لڙٽو پوندو اٿس. نہ صرف اهو پر سندس جيون ۾ سڪ هوندي آهي ڪنهن ملير جي ۽ ڪا تہ چنتامڻي چاهہ پوکي ويندي اٿس من ۾ ۽ ماڻهو سورداس ڪوي بڻجي پوندو آهي.

بهرحال ڪنهن شاعر جي شعر جي صحيح معنيٰ ۾ پرک ڪرڻ لاءِ، ان جي زندگي، ماحول، سندس دوَر ۾ رونما ٿيندڙ واقعن ۽ سياسي، سماجي حالتن جو بہ جائزو وٺڻ لازمي آهي. ڪوبہ شاعر بيشمار انساني ڪيفيتن کي. لفظن جي زبان ڏئي پنهنجي شعرن ذريعي اظهاري ٿو. سندس جيون ۾ آيل هزاربن لمحن جي خوبصورت ۽ ڀيانڪ يادن ۽

وارتائن جو نچوڙ هوندو اتس شاعريءَ ۾. اجا بہ ايئن ڪٿي چئجي تہ هُن جي سڄي حياتيءَ جي ڪُل ڪمائي سندس شعر ئي هوندا آهن.

ايئن ئي منهنجي شاعر ٿيڻ پويان بہ ڪيترائي پس منظر آهن. هن مجموعي جي شاعري، منهنجي جيون جي تاريخ رکي ٿي پنهنجي جوهر ۾. ان ڪري مان پنهنجي شاعر ٿيڻ جا اُهي پس منظر ۽ محرڪات ونڊڻ ضروري ٿو سمجهان.

منهنجو جنم هڪ اهڙي گهراڻي ۾ ٿيو. جنهن وٽ ٻنيءَ جا ٻہ پتر پنهنجا هئا. زمينداري، اوطاق، گهوڙا، هارپو ۽ ٽاش راند سندس سڃاڻپ هئي. منهنجي پيءُ مونکي حد کان وڌيڪ پيار ڏنو. هر انگل مڃيو. رانديڪن کان وٺي ڪار ڏارڻ تائين، منهنجي ڪنهن بہ ڳالهہ کان نہ لنوايو. ٺورڙو ئي هوش سنڀاليم تہ سيئي اختيار مون کي ڏئي ڇڏيائين. سڄي ڳوٺ ۽ خاندان جو دادلو ٻار هئڻ ڪري، هڪڙي هنيلي سڪندر علي ٿيڻ جو جواز فراهم ڪيو. اهوئي ڪارڻ هيو جو انڪار ٻڌڻ ۽ برداشت ڪرڻ، منهنجي وس ۾ ڪٿي هيو. اجا تائين بہ اندر ۾ انڪار ٻڌڻ سبب چڙ ٻري تہ ويندو آهيان پر وقت ۽ حالتن مصلحت ڪرڻ تي هيرائڻ شروع ڪيو اٿم. بابو سائين مذهبي خيال رکندڙ ماڻهو هو. جنهن مون کي قرآن شريف جو حافظ بنائڻ تي چاهيو ۽ مون ڊول سپاهي يا ڊاڪٽر ٿيڻ پئي چاهيو پر هن سنسار جي ڳجهہ ۾ مون لاءِ لکل هيو هڪ شاعر. جيڪو ڳئن جي ڳچين ۾ ٽليُون ۽ ڇَڙا، ڳابن جي ڳچين ۾ ڇيريون، سرنهن جو ڦولار ساوڪ ۾ اڪيلو گهمڻ، سج لهڻ، ايرڻ جو منظر ڏسڻ ۽ صبح جو ماڪ ۾ پيرپُسائڻ الائي ڇو نندپڻ کان ئي پسند ڪندو هُيو. جوين پنهنجا پَر پکيڙيا تہ ڪتاب، گلاب، ڦولار ريڊيو ۽ ”ڪوئي“ منهنجي جيون جي ضرورت ۽ محبت جو محور ٿي پيا. ڳوٺ جي مسجد کان مدرسن تائين، ڳوٺ جي پرائمري اسڪول کان سنڌ يونيورسٽيءَ تائين نظر عليءَ جي ڪچهرين کان محسن ڪڪڙائيءَ جي ليڪچرن تائين، هڪ ننڍڙي مُلي کان هڪ سياسي تنظيم جو عهديدار ٿيڻ تائين، هڪڙو سڪندر علي جمالي، رلندو سنگتون رکندو ڊنگهرن تي اٿو هاريندو هڪ شاعر ٿي ويو. انهيءَ رولاڪيءَ دوران ڪيترائي يار ۽ پيار مليا. پر اياز چواڻي تہ:

هيءَ تون ناهين، هيءَ تون ناهين
ماڻهو ماڻهو واريان تو مان.

چوندي محسوس ٿيندو رهيو تہ ”ڪوئي“ آهي جنهن کي منهنجي سڪ، رُسڻ جو احساس ۽ انتظار آهي، چوتہ مان اجان ڳولا ئي ڳولا هُيس. اُهو ”ڪوئي“ ڪڏهن، ڪٿي ۽ ڪيئن ملندو؟ ڪا خبر نہ هئي. رنگيءَ اهڙو رنگ بڻايو جو انت بحر جي ڪا خبر ئي نہ رهي ۽ نہ اجا بہ اتم.

ڪو وقت اهڙو بہ آيو جو موت جو تصور مون لاءِ محبوب جهڙو پُرڪشش ٿي پيو. ڪيترائي پيرا زندگيءَ جو ڏيئو اجهائڻ لاءِ ساهہ ستون ڪاڏيون، چوتہ جيون ڪافي حد تائين بي معنيٰ محسوس ٿيڻ لڳو پر محسن ڪڪڙائيءَ جي روپ ۾، ڪنهن مرد مومن جي نگاهہ پوندي ئي تقدير بدلجي ويئي. تنهائي پسند سڪندر هاٿي ماڻهن جي ميڙن ۾ مارو جمالي جي نالي سان شعر پڙهڻ لڳو. شاعري ڇپجڻ لڳي اخبارن ۽ رسالن ۾. هُن موت بدران زندگيءَ ڏانهن موٽ ڪاڏي. جڏهن سَو دڪ سهندي اڌ رات جو ٻَپُرن مٿان چاندني پياري لڳس تہ هن خدا، شيطان، ڪائنات، ان جي جوڙجڪ، عدم فنا، جوڻ مٿائڻ، جنت، دوزخ، قيامت، سزا، جزا، جنس ۽ ان جي جوهر، پيار سونهن، وصل ۽ وڇوڙي جهڙن موضوعن تي سوچيندي، چنڊ ۽ تارا تڪيندي ڪيئي راتيون جاڳي گذاريون. هاٿي مارو جماليءَ مرشدن ۽ انهن جي ڏَنَ پَٽَ، مُلن، تعويذن، درگاهن ۽ ٽوٽڻ ڦيٽڻ بابت ڳوٺ ۾ ڳالهائڻ شروع ڪيو تہ چريو وهابي، منڪر ۽ بين ڪيترن خطابن سان ڪيس پڪاريو ويو. ان بعد مذهب، سيڪس ۽ رشتن جي پائمالي تي ٿيڪاٽپٽي ڪرڻ ۽ ڪجهہ لکڻ جي شروعات ڪئي. ڳوٺ وارن لاءِ غير متوقع طور غير پسنديدہ ڇوڪرو سمجهڻ ڪري هو ڳوٺ جي ڪچهرين کان پري ٿيندو ڪتابن جي دنيا ۾ گم ٿي ويو ۽ هن لاءِ ڪتاب ئي پناهہ گاهہ ٿي ويا. شاهہ جو رسالو شيخ اياز جي شاعري، محترم ابراهيم جويو جو ترجمو ٿيل ڪتاب ”فڪر جي آزادي“، علامہ پرويز جو ”سليم ڪي نام خطوط“، مولانا عبدالودود جو ”مظاهر فطرت اور قرآن“، پير علي محمد راشديءَ جو ”اُهي ڏينهن- اُهي شينهن“، ريڊيو بي بي سي، سندس اندر جي زخمن تي ڦها رکڻ شروع ڪيا. ماڪوڙيءَ جهڙو من ڦِري ڪيهر شينهن ۾ تبديل ٿي ويو. هينئڙو هڪڙي هنڌ ويهڻ کان نابري وارڻ لڳس. پوءِ بہ مارو جماليءَ لاءِ شهرت، بک جي حد تائين الائي

ڇو ايتري پُرڪشش نہ رهي، جيتري حيرت ۽ سُونهن. هن سوچيو شعر لکڻ ۽ پڙهڻ بس وقت گذارڻ جو ذريعو آهن. پر ڪيس اِها ڳالهہ ئي نہ رهي، تہ ڪتاب، ادب ۽ شاعري نہ صرف سندس سڃاڻپ، پر زندگي بڻجي ويندا.

وقت جي وير چڙهي، خوني رشتن جي تقدس کان سٽائجي ڳوٺ کي الوداع ڪري ڏاڏوءَ ۾ اچي رهيس. هڪ دفعو وري اڪيلائيءَ جي احساس من ۾ موت جو موهہ پيدا ڪيو. ڪتابن جي دنيا کي الوداع ڪرڻ چاهيم، پر اعتراف ٿو ڪريان تہ مشتاق پرڪڙي، رجب آزاد، تابش بخاريءَ ۽ مولا بخش آزاد جي دوستيءَ، مون کي ڪتابن ڇڏائڻ کان روڪي ورتو.

مان سمجهان ٿو سنڌي ماڻهوءَ جي خمير ۾ هڪ صوفي ازل کان موجود آهي. صوفي رڳو گيڙو ويس پائڻ ۽ حق موجود چوڻ سان نہ ٿو بڻجي. سنڌي ماڻهو ڪهڙي بہ مذهب ۽ فرقي سان تعلق رکي، پر پنهنجي عملي سياءَ ۾ صوفي آهي، ڇوتہ وٽس ڪائنات کي فتح ڪري حڪمرانيءَ جو جنون نہ آهي، پر ڪائنات کي سُهڻو ڏسڻ ۽ پرامن رهڻ جو احساس ضرور آهي. مثال طور: عورت سنڌي سماج ۾ اڄ بہ لَڄ ۽ غيرت جي حيثيت رکي ٿي. نياڻيءَ کي ست قرآن سمجهيو وڃي ٿو. اڄ بہ عورت کي ننگ سمجهي مٿس گهڻو نثار ٿي وڃن ٿا. دوستيءَ ۾ قرباني ۽ مهمان نوازي اڄ بہ ڪنهن نہ ڪنهن حوالي سان سنڌين جي رڳ رڳ ۾ سمايل آهي. جيتوڻيڪ سنڌي سماج اڄڪلهہ هڪ زبردست پيچ ڊاهہ جو شڪار آهي. پنهنجا سماجي قدر جيئن پوءِ تيئن پُري رهيا آهن ۽ انهيءَ پيچ ڊاهہ واري سنڌي سماج ۾ مون اڪ ڪولي آهي. راڳ ۽ رقص هندستاني ۽ انگريزي نقل جي وَر چڙهي ويا آهن. انهيءَ جي باوجود صوفي راڳ مونکي جيترو اڳ پنهنجي مَنڊ ۾ مَنڊي ڇڏيندو هو اوترو اڄ بہ وجد طاري ڪري ٿو ڇڏي. مان بہ مذهبي نہ، وڌائي کان مٿيرو ٿي سوچيان ٿو. اهڙيءَ ريت عورت کي مرد لاءِ راند ڪيڏڻ جي گُڏي سمجهڻ بدران خدا جو عظيم تحفو سمجهان ٿو. اهوئي سبب آهي جو مون عورت جي حُسن، وفا، ساڻس ٿيندڙ ناانصافين ۽ سندس اکڙين ۾ پرينءَ جي انتظار کي پنهنجي شاعريءَ جو موضوع بڻايو آهي.

وقت وري ڦيرو کاڌي ٿو ۽ سالن کان تصور ۾ سانڍيل اُها "ڪوئي" جنهن جي مونکي خبر نہ هئي، ساڻس حقيقي زندگيءَ ۾

شناسائي ٿئي ٿي. هوءَ منهنجي جيون ۾ بهار بڻجي آئي ۽ مون ۾ وڏيڪ جوش، ولولو ۽ جيون سان جنون جي حد تائين پيار ڪرڻ سيکاريائين.

ايئن ئي گهر ڪان ڪاڇو ڪڇو لاڙ پار ڪان ٿيندو ملتان تائين وڃي نڪتو آهيان. پٽن تي پچندڙ پيرُن، چارڻ، ٻڪرين، ٻڪرارن، سنڌو نديءَ جي مستي، سمنڊ جي ويرن ۽ نئين گاج جي تيزيءَ جو مشاهدو ڪيو آهي. لاهوت لامڪان وارن جبلن تي چڙهي بلوچستان تائين ويو آهيان. لڪيءَ جي چشمن تي راتيون گذاريون اٿم. شهري زندگي ۽ ٻهراڙيءَ جي ڏکي زندگي نه صرف ڏٺي پر گذاري به اٿم. ڪجهه مٿي بيان ڪيل رولاڪيون، ڏک، پيار، سونهن، سڪ، ڪجهه مليل، ڪجهه تتل ساٿ، فطرت جا رنگ ۽ وجداني ڪيفيت ئي منهنجي شاعريءَ جا محرڪ ۽ منهنجي شاعر ٿيڻ جا پس منظر آهن.

هن مجموعي ۾ ڪافي شعر فڪري حوالي سان هڪٻئي جو رد به هوندا، ڇوته پيچ- ڊاهه واري معاشري ۾ پيدا ٿي جوان ٿيو آهيان ۽ مٿي لکيو اٿم ته ڪائنات جي اندر ڪائنات آهي. هونئن به هينئڙو اوٺي وڳ جيان ئي ته هوندو آهي. ڪجهه شعر اهڙا به توهان کي ملندا جن ۾ وزن ڪٿي ڪٿي ته ڪٿي وڌيل هوندو. مون صرف ان ڪري انهن کي جيئن جو تيئن رهڻ ڏنو آهي، جو منهنجي اَندرَ ايترن ئي لفظن اظهار جو روپ ورتو. پوءِ مان ڊڪاٽڪي ڪري وزن جي پورائيءَ لاءِ هرويرو لفظ ڇو نوڪيان؟ اهڙي شاعر لاءِ محترم قاضي مقصود گل جي هِن شعر منهنجي رهنمائي ڪئي ته:

بحر وزن تو جوڙي وينو
شاعر ناهي، ڊڪڻ ڪو آهي.

فني لوازمات جو قائل آهيان ۽ انهن جو ڀرپور خيال رکيو اٿم. شاعريءَ جي مختلف صنفن تي لکڻ جو وڏو ڪارڻ اهو آهي ته جيئن منهنجي اندر جو شاعر يڪسانيت جو شڪار نه ٿي وڃي. مان ڪنهن هڪ صنف جو بادشاهه ٿيڻ بدران مختلف صنفن جو ڏنار ٿيڻ کي ترجيح تو ڏيان. بيت ۽ وائي، مون تجنيس حرفيءَ جي سهاري لکيا آهن. ڪجهه وايون وزن تي لکيل آهن. ڏاري ٻوليءَ جي لفظن کي شاعريءَ مان اصل طلاق ڏيڻ جو حامي ناهيان، پر شرط اهو آهي ته اهي پنهنجي ٻوليءَ جي لب ۽ لهجي ۾ هجن. ان هوندي به نج ٻوليءَ تي وڌيڪ ڌيان ڏنو اٿم.

اهڙيءَ ريت سموري شاعريءَ ۾ توهان کي مختلف وزن ۽ گهاڙيتا ملندا، جيئن ڪنهن ڄامڙي نقاد کي چوڻ جو اِهو موقعو نہ ملي تہ شاعر کي صرف ڪنهن هڪڙي صنف يا ڪنهن هڪڙي وزن ۽ گهاڙيٽي تي ئي عبور حاصل آهي. مون کي پنهنجي شاعريءَ بابت ڪابہ دعويٰ، ڪابہ خوش فهمي ڪانهي، ڇوتہ اڃا مون منجهان ڪڪ ڇُٽي رت پيو نڪري، ان ڪري عقلِ ڪُل سڏائي سگهڻ جي سَڌ نہ تو ڪري سگهان. جيئن پٽائيءَ چيو تہ ”آگم ڪيو اچَن، سڄڻ ساوڻ مينهن جيئن.“ سو جڏهن سڄڻ ساوڻ مينهن جيئن آگم ڪري آيا تہ دل جي ڌرتيءَ کي سڪ ۽ سڪون جي ساوڪ سان ڍڪيائون. بس، اهوئي احساس، مون کي مطمئن ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي.

بس اهائي تہ ڪٿا آهي، منهنجي جيون جي ۽ منهنجي شاعريءَ جي. سنجيدگيءَ سان شاعريءَ جو پڙهندڙ انهيءَ ڪٿا مان ئي منهنجي شاعر ٿيڻ جا سبب ۽ شاعريءَ جي پس منظر واري پيڙهہ کي چڱيءَ ريت جاچي، منهنجي شعر جي پرک ڪري سگهي ٿو. هن مجموعي ۾ موضوعاتي، فني، فڪري ۽ گهاڙيٽي جي حوالي سان جيڪڏهن ڪا ٿورڙي بہ انفراديت موجود آهي تہ سنڌي ٻولي ۽ ادب لاءِ شايد چڱو آهي.

سياسي نعري بازيون ۽ حالتون هميشہ تبديل ٿينديون رهنديون آهن ۽ مون تي انهن جو اثر پوڻ بہ فطري آهي ۽ ڪجهہ اهڙا شعر آهن بہ، پر حسن، عشق، پريت، سڪ، وڇوڙو درد ۽ سچ ازل کان ابد تائين رهڻا آهن. اهي موضوع نہ نوان آهن نہ پراڻا، نہ ڪنهن هڪ فرد يا ملڪ لاءِ آهن ۽ نہ ڪنهن هڪ ٻوليءَ لاءِ مخصوص آهن. بس! انهن کي پنهنجي دائميت آهي، ان ڪري منهنجي من کي انهن موضوعن وڌيڪ Appeal ڪيو آهي ۽ منهنجي شاعريءَ جو گهڻو حصو بہ انهن ئي موضوعن تي مشتمل آهي. ڪڏهن ڪنهن ٻاڙهي ڳل تي باک ڦٽي، ڪڏهن ڪنهن ڪاري چوٽيءَ تي رات لڙي. ڪڏهن ڪُنائون، ڪڏهن ڪونيائون. ايئن پنهنجي پَر سڄڻ بہ پٽي پاڙي. ڪڏهن ڳوڙهن ۾ ڳُوڙهو وڃي اِهو مشاهدو ماٽيو تہ مرڪ ڪيئن مارينديءَ آ. ڪڏهن حُسن جي عالمي ڳجهارت هئڻ تي سوچيندي سڙيو آهيان تہ ڪڏهن پنهنجو پاڻ ۾ هَٺ محسوس ڪندي اياز جون هِي سٽون هينئڙي هُريون اٿم تہ:

تو ۾ ڪيڏو هَڻُ اياز،
هن جا نيڻ نماڻا ها.

۽ پوءِ اهو سوچيندي تڪبر کي تڙي ڪڍيو هوندم اندر مان. وري ڪڏهن مئڪش سومري جا ٻول ڪنن ۾ ٻُريا هوندا تہ:

ڪير ٿو چئي تہ هيءَ انا ڏُوتي،
آدميءَ جي پنيان لڳل ناهي.

ڪڏهن سوچيم تہ سڪندر مُلو ڪامريڊ کان پوءِ مارو جمالي ٿيڻ تائين، رشتن کان وني روحن تائين، ڪيترائي حق پڳا اٿم، تہ مئڪش چيو:

پيار جي ڏوهہ آ تہ منهنجي دل
ڪنهن بہ قانون سان ٻڌل ناهي.

۽ ها، رُلڻ، روئڻ، جاڳڻ ۽ پڙهڻ سان عشق اٿم. انهيءَ عشق جو پس منظر رکندڙ شعر ذريعي چوان ٿو تہ سنڌي ادب تي ڪوبہ ٿورو ڪونهي. بس، سنڌي ٻوليءَ جي جهولي ۾ فرض ادائيءَ جا ڪجهہ گيت آهن. شال سنڌي ٻولي قبول ڪري.

محترم آثم ناٿن شاهيءَ جو ذڪر ڪندي ساڻس مخاطب ٿيندي، سندس ئي هي شعر لکان ٿو تہ سائين

منهنجي تنهائيءَ جي ڪاري رات ۾،
اڄ بہ آ تنهنجي وچن جو سوجهرو.
توسان ڌرتي ئي رڳو روشن نہ آ،
تنهنجو چهرو آ گگن جو سوجهرو.

مون کي فخر آهي تہ مان بہ شاعريءَ جي رستي تي انهن سائين پنيان مسلسل هلي رهيو آهيان، جن کي سائين محسن ڪڪڙائي وات لاتو. ها، انهن ۾ آثم ناٿن شاهي، وفا ناٿن شاهي، وقار ناٿن شاهي ۽ راز ناٿن شاهي شامل آهن. خوشي اٿم تہ منهنجي پهرئين شعري مجموعي ”پريِنءَ جون اکيون“ جو مهاڳ سنڌ جي نامور شاعر محترم وفا ناٿن شاهيءَ لکيو هو جيڪو معشوق ڏاريجي سونهن اشاعت گهر قاضي احمد پاران 2000ع ۾ ڇپايو ۽ هن مجموعي جو مهاڳ سنڌي ٻوليءَ جي سگهاري ۽ خوبصورت شاعر محترم آثم ناٿن شاهي لکيو آهي. مان نهايت شڪرگذار آهيان سائين آثم جو جنهن جو وجود سنڌي ٻوليءَ لاءِ سوجهرو آهي.

... هڪڙي وضاحت ڪرڻ ضروري آهي تہ جيڪا شاعري مون ساٿ ... آٿم ڪي موڪلي هئي، هن مجموعي جو مهاڳ ان جي آڌار تي لکيل آهي. پوءِ انهيءَ ساڳئي شعري مجموعي "سنسار وڏو منڊ آ" ۾ بيت، ترائيل، پنجڪڙا، ڏيڊوٽا ۽ ڪجھ ٻيو مواد شامل ڪيو ويو آهي.

ذلفي هڪڙو يار هزارين ذلفيءَ جا،
هِن جي هُن جي سار چوي ٿي مونکي ڳاءِ.
(ذوالفقار گاڏهي)

سو منهنجو ضمير چوي ٿو تہ پياري مشتاق پرڳڙي، ذوالفقار گاڏهي، گلزار شبير هاليپوٽو علي زاهد، ساٿي محبوب زنگيجو ۽ نثار شاھ جا ڳڻ ڳائڻ نہ وساريان، ڇوتہ انهن ٿي تہ هن ڪتاب جي سهيڙ، سٽاءَ ۽ ڇپائيءَ کان ونئي ڪجھ لکڻ تائين منهنجو ساٿ ڏنو. آءٌ ٿورائتو آهيان زندگيءَ جو شيخ اياز جي هنن سٽن سان:

دل اجا ساٿ ڏي،
دهڪندي رهہ اجا.

آخر ۾ پنهنجي پيار جي ڪائنات جي جهول ۾ پياري يار گلزار جون هي سٽون وجهندس تہ:

خوني رشتن جي تقدس جو ستايل ڇورو
تنهنجي معصوم محبت جي ڪري آ زنده.

**مارو جمالي**
اظهر ميڊيڪل اسٽور
ويجهو او.پي.ايف پبلڪ اسڪول،
لاڙڪاڻو روڊ، دادو
31_08_2006
Mob: 0306_3278421
0333_7065767
025_4710292

# دل کي آهن دليل پنهنجا

سٺن شاعرن ۽ سٺي شاعريءَ جو آءٌ نہ ڪڏهن منڪر رهيو آهيان ۽ نہ منڪر رهندس، ان ڪري جو نثر سان گڏ شاعري بہ منهنجي مطالعي جي مستقل اُڃ جو حصو رهي آهي ۽ جڏهن مان نئين ٿهيءَ جي شاعري ڏانهن اکيون ٻٽي (ٻوٽي نہ) نهاريان ٿو تہ مون کي شاعري "مُقام" تي نہ بلڪ "مَقام" تي نظر اچي رهي آهي. اهڙيون فتوائون جاري ڪندڙن جي شاعري جي مجموعن تي منهنجي نظر پئي تي تہ مون کي پلئہ پوي ٿي تمام ٿورڙي "شاعري" ۽ گهڻي "حيرت". چاڪاڻ جو اياز جيتري شهرت جي تمنا رکندڙ ۽ ان تمنا کي پايئہ تڪميل تائين پهچائڻ لاءِ اجائي سجائي تنقيد ڪرڻ ۽ ڪرائيندڙن، سنڌيءَ ٻوليءَ جو راڳ آلاپيندڙ شاعرن جي پنهنجي شاعريءَ ۾ بہ ٻين ٻولين جا بي تهاشا لفظ ملن ٿا. ان کان علاوه لڳ ڀڳ ستر سيڪڙو سندن شاعري فعلن فعلن وزن تي ملي ٿي ۽ انهيءَ وزن تي سيڪڙات شاعر ئي شاعري ڪندا آهن. تنهن ڪانسواءِ لفظن جي هيراڦيري، ڪاريگريءَ ڪانسواءِ تازي شاعريءَ ۾ بہ جذبي جيٰ شدت تمام گهٽ ملي ٿي، جيڪا سٺي ۽ وڏي شاعري لاءِ انتهائي ضروري هوندي آهي. پوءِ بہ ڪين ڪامپليڪس اياز سان گڏ ٻيهڻ جو آهي، جڏهن تہ اياز کان پوءِ نارائڻ شيام، استاد بخاري ۽ ڪجهہ ٻين شاعرن تائين پهچڻ لاءِ شاعريءَ جي گوناگون خوبين سان گڏ وڏي ۽ منفرد خيال جي پهچ لاءِ ڪين

اجا بہ تي جنم وٺنا پوندا (پوءِ بہ انهيءَ امڪان جو خدشو رهنو آهي تہ سندن خواهش پوري ٿئي بہ الاءِ نہ).

ان حوالي سان نئين ٿهيءَ جا شاعر سچ بہ تہ باڪمال شاعر آهن، جو سندن شاعريءَ ۾ جذبي جي شدت، خيال جي انفراديت، وزن جي حوالي سان وراڻتي، تشبيهن، ترڪيبن جو حسن، قافيا، رديف اڇوتا، نج ٻوليءَ جو استعمال ۽ ٻين انيڪ خوبين سان سندن شاعري ڀرپور آهي.

مارو جمالي بہ اهڙن باڪمال شاعرن منجهان هڪ آهي، جن جي شاعري پڙهي سٺي شاعريءَ ۾ ايمان تازو ٿيڻ لڳندو آ.

هتي هڪڙي ڳالهہ آءُ واضح ڪندو هلان تہ مون وٽ سٺي شاعري ۽ وڏي شاعريءَ لاءِ پنهنجون تشريحون آهن. منهنجي نظر ۾ سٺي شاعري اُها آهي، جيڪا نئين ٿهي ڪري پئي پر وڏي شاعري يا وڏي شعر جي ڳالهہ ٿيندي تہ بزرگ شاعرن کان وٺي نئين ٿهيءَ تائين ان جو مقدار گهٽ ملندو.

منهنجي نظر ۾ وڏو شعر اهو آهي، جيڪو ڪجهہ گهڙيون توهان کي بيهارڻ تي مجبور ڪري ڇڏي. شعر جي سحر ۾ لڙهي وڃو توهان، هڪ آه، يا هڪ واه توهان جي چپن تي رقص ڪرڻ لڳي. اياز جي لفظن ۾ روح گرمائي ڇڏي توهان جو. اُداسين جي ڪفائن ۾ گم ڪرڻ جو ساهس هجي ان ۾. دل جي سڪل ٿوٽ ڌرتيءَ تي وسڪاري جو ڪم ڪري وڃي. ۽ اچانڪ ڇرڪ ڪيرائي ڇڏي توهان کان، تہ اهي ئي وصفون آهن وڏي شعر جون.

يقين ڪريو مارو جماليءَ جي هن شعري مجموعي "سنسار وڏو مَنڊ آ" ۾ اهڙا شعر توهان کي ملندا. اُهي ڪهڙا آهن ۽ ڪيترا آهن، اهو ڏسڻ ۽ جاچڻ توهان جو ڪم آهي.

**مشتاق پيرڳڙي**

دادو

3 آڪٽوبر 2006ع

موبائل:03013493248

اڙي پيار اڙي پيار اڙي پيار زنده باد
رهون يا نه رهون پاڻ رهن يار زنده باد

نه ڪي گهيڙ نه ڪي گهٽ، نه ڪي آر نه ڪي پار
ڪئي بيٺ، ڪئي ڪيٺ، ڪئي چيٽ جا قولار
انهيءَ عشق سندا بحر بي ڪنار زنده باد

پرينءَ قد، پرينءَ بت، پرينءَ لوڏ وٽي تي
پرينءَ ماٺ، پرينءَ لڄ، پرينءَ هوڏ وٽي تي
پرينءَ سينڌ، پرينءَ زلف مشڪ بار زنده باد

ڪڏهن ٻوڏ ڪڏهن سوڪ، ترون تا ۽ ٻڏون تا
ڪڏهن عرش، ڪڏهن فرش تي چڙهي پينگهه لُڏون تا
مگر پوءِ به انهيءَ عشق جا آذار زنده باد

ڪري نينهن پيو ناز
اهو عشق وڏو باز
وساري نہ سگهان پيار۔

وجهان ٻانهن پرينءَ۔ چيلهہ
چڙهان اسڪوٽر تي ٻيلهہ
جڏهن سڪ تئي ساز
ڪري نينهن پيو ناز
وساري نہ سگهان پيار

چريءَ چاهہ چريءَ چڳ
متي يار جي تي پڳ
تئي روح سندو راز
ڪري نينهن پيو ناز
وساري نہ سگهان پيار

وڏو آهي بڪلہ ٻاڳ
سنو آهي ڪجلہ ساٿ
مليو ماروءَ جو مجاز
ڪري نينهن پيو ناز
وساري نہ سگهان پيار۔

ﮩﮪ

بابو آهي غريب جو ٻار
مان تہ ڏنار جي ڏيئڙي آهيان.

پاڻ تہ ساجن مالونداهون
پنهنجي مال سان پيار ڪنداهون
جند ڪان وڌ آ تنهن جو جارُ
مان تہ ڏنار جي ڏيئڙي آهيان.

مون هي ڦرڙا پاليا آهن
ڏينهن ڪَئي گڏ جاليا آهن
تن سان اوريم هر اسرار
مان تہ ڏنار جي ڏيئڙي آهيان.

منهنجي لُونءَ لُونءَ ۾ هِن لوڙها
شهر هلان پر آڳرِ سوڙها
مون کي ايندو ڪونہ قرار
مان تہ ڏنار جي ڏيئڙي آهيان.

ڳوٺ ڇڏي تون شهر هليو وئين
مون کان ڏس! تون ڪيئن جهليو وئين؟
منهنجو برهہ لڳئي تو بار
مان تہ ڏنار جي ڏيئڙي آهيان.

تون تہ چوين تو سهڻي آهيان
مان تہ چوان تي ڪجهہ ٻي ناهيان
مون ۾ آندو نينهن نکار
مان تہ ڏنار جي ڏيئڙي آهيان.

آءُ ڙي جاني آءُ
آءُ ڙي جاني آءُ

عشق نہ ڇاڻا چاهي جاني
ها پر تولئہ آهي جاني
انگ انگ منجھہ اُهاءُ
آءُ ڙي جاني آءُ

منهنجي سينڌ سڌي پئي توکي
ءِ هيءَ مُرڪ اڌي پئي توکي
سڪ سموري ساءُ
آءُ ڙي جاني آءُ

تنهنجي دوريءَ بڌنديءَ بوڙيو
تنهنجي نينهن نهار نهوڙيو
گھور بہ گھرو گھاءُ
آءُ ڙي جاني آءُ

تولئہ تيل قليل ڪيا مون
ڪجلا نيڻ غليل ڪيا مون
تانگھہ ڏئي تي تاءُ
آءُ ڙي جاني آءُ

لڳس جيئن نئون نينهن
وڏي ڪيئن نہ چريءَ چاهہ

اها ماڪ اها باڪ
سڄي سونهن سندي ساک
مٿان ۽ جي وسي مينهن
وڏي ڪيئن نہ چريءَ چاهہ.

سندس ٻانهن پرينءَ ڪنڌ
مٿان عشق سندو انڌ
ڪٿي رات ٿيو ڏينهن
وڏي ڪيئن نہ چريءَ چاهہ.

مرڻ ڪان نہ ڪري ٿاهہ
مٺو ڪونہ ڪري ساهہ
جڏهن شوق ٿيس شينهن
وڏي ڪيئن نہ چريءَ چاهہ.

اي هوا اڄ سليون، ڳوٺ جون ڳالهڙيون
ڪونہ دل ڪان پليون، ڳوٺ جون ڳالهڙيون

ڪي متاڙون، جُهلون، ڏاند ڳاڏيون، چڙا،
ياد ڪر، ڪي تليون، ڳوٺ جون ڳالهڙيون.

هو ڇپر- چانورا، ياد پيا اَنَ- ڪرا،
ڪيئن پريونسين ڇليون- ڳوٺ جون ڳالهڙيون.

ڪنهن ڳجهارت ڏني، ڪنهن ٻجي- اڪ لڳي
ايئن راتيون ڊليون، ڳوٺ جون ڳالهڙيون.

رات اوطاق تي، باهہ جي مچ تي،
پيروي جيئن پليون، ڳوٺ جون ڳالهڙيون.

ꕤ

تو ٻاجھ چني ورتي، ٻڙڌول تہ ٽيٽو هو
جذبن کي، جوانيءَ کي ڪشڪول تہ ٽيٽو هو

ڪجھ لڙڪ بہ اڻ جھل ها، ڪجھ مرڪ بہ بي چٿي ٿي،
او يار! محبت جو ماحول تہ ٽيٽو هو

ڪيئن قرب لڪي پنھنجو ڇو ساھ سڪي پنھنجو
ها! نيت بہ چاهت جو ڇوٻول تہ ٽيٽو هو

ٿي سام پڳس تو وٽ، هڪ رات رهيس تو وٽ،
پوءِ صبح جو بستر کي، پڪ گول تہ ٽيٽو هو

هر روز انا زخمي، تنھنجي ئي هٿان ٿئي ٿي،
هن دؤنس ۾ 'ماروءَ' کي، پڪ رول تہ ٽيٽو هو

ﮔﮕ

وينگس وڄّ وراڪو آ
جنهن جو دل تي ڏاڪو آ

جيون صحرا پيار بنا،
جوين واءُ جو واڪو آ

گيت ڏئي تو جيت نئين،
پريت انهيءَ جو ڏاڪو آ

پردي پٽڪيو ”ناهي ڪو“
مون تہ پڇيو پر ”چاڪو آ“.

ڪيئن تون پيار لڪائيندينءَ
گفت بڪل ئي باڪو آ

سمجهي ڪٽجاڻ پير اڳيان
عشق جي راهہ ۾ جهاڪو آ

ڪيئن نہ ڇُمي تو ڪنهن جا ڳل-
چنڊ وڏو چالاڪو آ

’مارو‘ ڏي محصول متو
نينهن جي آڏو ناڪو آ

ﮩ

لونءَ ويئي لُڏي پر نہ ٻوڙي سگھيا،
ها مگر نينهن ۾ دل نِهوڙي سگھيا.

مون تہ پنهنجي خوديءَ کي ٻہ ٽڪرا ڪيو،
هُو نہ پنهنجي تڪبر کي توڙي سگھيا.

ڪوڙ آيا ڦِٽائڻ پرينءَ کان مونکي،
موهہ مَن جي کي هُن کان نہ موڙي سگھيا.

ٻاجھہ پنهنجيءَ جا سڀ چِٽائون رَسا،
جا ڳَٽن جي هئي ڳَنڍ، نہ ڇوڙي سگھيا.

ڪير ماروءَ ولوڙيندي آهي ڏنو
پر ڪي عاشق ڏٺا، رت ولوڙي سگھيا.



نيڻ تنهنجي لئہ سدائين چلولا ٿيندا رهيا،
۽ رُسڻ پرچڻ سندا ڪي سلسلا ٿيندا رهيا.

هونئن تہ ماٺهن ميڙ ۾ هوس ۽ بظاهر ..ات سان،
پر اندر جذبا اسان جا هيڪلا ٿيندا رهيا.

مرڪ لبڙن تي سجايم، لڙڪ پنبڙين ۾ لِڪا،
ايئن ڳوڙهن جا طئي ڪجھ مرحلا ٿيندا رهيا.

مان سدائين منتظر،تہ بہ مان ئي مجرم ٿي رهيس،
هُن وٽان اهڙا سدائين فيصلا ٿيندا رهيا.

تو ڏنا، جي لڙڪ سانڍي ساھ سان ماروءَ رکيا،
مون ڏنا جيڪي ڇلا، سي گهرگهلا ٿيندا رهيا.

ﮘ

ڪا ڇڇڻ جهڙي سزا، ئي ڪونہ آ
مرڪ جهڙي ٻي جزا، ئي ڪونہ آ

عمر ڀر جيڪا نہ تون بخشي سگهين
مون ڪئي اهڙي خطا، ئي ڪونہ آ

ڪائناتي وسعتن کان پريرو
مان چوان تو کو خدا، ئي ڪونہ آ

مهڪ گلڙن کانسواءِ ڪجهہ ٻي نہ آ
ناچ نچڻيءَ کان جدا، ئي ڪونہ آ

ايئن نہ ڇڏ تون وار کولي واءُ ۾
واءُ کي پرواهہ ڪا، ئي ڪونہ آ

زندگي ڀر تو ٻنيان 'مارو' وتي
تو ڪئي اهڙي وفا، ئي ڪونہ آ



انهيءَ برهہ ڪيئي بدن پيليا
اڪيليءَ وڳر هوندي ڏک پوڳيا

ڪي پنبڙين جي وٽ تان هي لڙڪن جون لاٿون
اڃهاميا نہ آهن اکين جا ڏيا

لڙي رات محبوب جي ياڪرين
تصوّر ها جنّت جا ايري پيا

نہ منتن سان بابل مڃي ڳالهڙي
وڃان تي، ستارا ئي جاڃي تيا

اسان غم کي گلڙن جيان پاليو
وڇوڙي جا ڪئي ورهہ گذري ويا

اڙي واءُ! منهنجا سنيها سيئي
ڪٿي گم ڪيئي؟ تو جي هن لئہ نيا

جا خوشبو آ جسماني ڦهلاءَ جي
انهيءَ جي سهاري تہ جوين. جيا!

نچان نينهن ۾ آءُ نانگڻ جيان،
تون مُرلي وڄائج، رڳو جوڳيا_!

ﷺ

## ساٿ

تنهنجو ساٿ اهو هو جنهن ۾
دل جا سڀ ارمان ڪٿاسين
دنيا سان تولاءِ رٺاسين
گڏجي ساوڻ ساڻ وٺاسين

تنهنجو ساٿ اهو هو جنهن ۾
راتين جا رولاڪ ٿياسين
خود لئه منجهند تاڪ ٿياسين
تو لئه تڏڙي ماڪ ٿياسين

تنهنجو ساٿ اهو هو جنهن ۾
پاڻ وساري پنهنجي هستي
ويري ڪئي سين ساري وستي
توئي ڦُري هِن مَن ڪان مستي

تنهنجو ساٿ اهوئي هو، بس-
مون ڪان منهنجو ساٿ پڇين ٿي؟

منهنجو ساٿ اهو هو جنهن ۾
گونجيا ٿهڪ فضا ۾ تنهنجا
وکريا وار هوا ۾ تنهنجا
اوتيا پيار پچا ۾ تنهنجا

منهنجو ساٿ اهو هو، جنهن ۾
تنهنجي رڳ رڳ راڳ ڪِليو هو
مسّي، تيل، مساڳ ڪِليو هو
ڀاڪر ۾ ڪو ڀاڳ ڪِليو هو

منهنجو ساٿ اهو هو، جنهن ۾
خوب وفا جا جهول ڀري وئينءَ
ٻاجهه ڀريا ڪجهه ٻول ڀري وئينءَ
جوين رنگ- رتول ڀري وئينءَ

پوءِ ٻہ چوين ٿي "پنهنجو ڪهڙو
ساٿ رهيو آ، جوڙ نهيو آ"؟



# هوا تو وٽ پڄائي جيئن

سموري شوق مان شاپنگ
اِهي سيوهڻ جون بازارون
اسان جي پيار جون شاهد
اوهان جون ڪلندي ڪيڪارون

ڪڏهن هي هٿ هٿن ۾ هئا
جوانين جي جتن ۾ هئا
ٻنهي جا تهڪ گونجي پيا
محبت جي تي پونجي پيا

اها فوٽو گرافي ڪجهه
حياتيءَ جي ڏکن جي آ
ڪري ويئي تلافي ڪجهه

اِجهو مان پل اُهي سارا
ٻني تي اڄ اتاريان تو
سموري ساٿ جون سارون
هوا سان گڏ اڏاريان تو

هوا تو وٽ پڄائي جيئن
اڪيلي تي متان روئين
اُها توکي ڪلائي جيئن

ﷻ

# ۽ هي دلڙي سمجهي ٿي

هوءَ ملي هئي وڇڙڻ جي لئہ
وڇڙي۔ پوءِ نہ ملڻ جي خاطر
گم ٿي جڻ تہ غفائن ۾ وئي
مون ڪان منهنجو پيار وٺي هوءُ
الهي ڏور ڏسائن ۾ وئي

ٻيهر ڪونہ ٻڌي سگهيس مان
ڇن ڇن ان جي چوڙين جي
لُونءُ ۾ رهجي لوڙ وئي آ
هُوءَ تہ هرٽيءَ ٻوڙ وئي آ

ٿي هاٽي ڪائي تانگهہ تٽي
ڪنهن ڇيلهہ تي پونڊڙ چوٽي جي
پرت پريائين جنهن ڳوٽي سان
ٿي تند لڇي تنهن ڳوٺي جي

پيار هيو يا پاٽيءَ ڦوٽو؟
ڇا جيون پاٽيءَ ڦوٽي جو
۽ هيءَ دلڙي سمجهي ٿي
ڪو مُلهہ نہ سڪي ڪوٺي جو
هوءَ ملي هئي وڇڙڻ جي لئہ
وڇڙي۔ پوءِ نہ ملڻ جي خاطر

ﮩﮨ

## شاعري منهنجي ۾ تون

ها! مجان تو روح سان مان،
تون تہ ڪا هرٽي نہ آهين
تانگهہ منهنجيءَ جي ترائيءَ
تي ڪڏهن ورٽي نہ آهين
موت ڪان مرٽي نہ آهين

چو تہ مان جاڻان پيو:
تون سدائين رهڻي آهين
ڪنهن تصوّر ۾ اسان ڏي
تون سدائين ڪهٽي آهين

آءُ فاني آهيان،
تنهنجو جاني آهيان،
روح فاني ڪونہ آهي
ان لئي او موملي!
موت ڪاني ڪونہ آهي

چا خبر ڪنهن ويل تون
ڪهڙي ويندينءَ ريل تون؟
شاعري منهنجيءَ ۾ تون
ڏائري منهنجيءَ ۾ تون
پر امر تي رهڻي آهين.

## ويلنٽائن ڊي

اج آءُ پٽي تون آرائين
ڪي تازا قول گلابن جا
مان درد سمورا دفنايان
هوءَ توڙي ڪوٽ حجابن جا

اج ويلنٽائن ڊي آهي
هي ڏينهن محبت وارن جو
تو پيار اندر ۾ پَر ساهي
ڪو حق لڳي تو پيارن جو

اج رنج رساما دور ڪجن
اج ٿهڪ سيئي ڇڙواڳ هجن
ءِ اج نہ دليون مجبور ڪجن
ڪي اج تہ رڳن ۾ راڳ هجن

هرڪو هڪٻئي کي گل آڇي
خوشيون اربي پيار جي پاڇي

اج آءُ پٽي تون آرائين
ڪي تازا قول گلابن جا
اج ويلنٽائن ڊي آهي.

ஐ

ڪو تہ يادن جو هڪڙو سهڻو باب هجي
اڄ دلين تي ڪو پيار لکون، تاريخ ٺئي
باب اهڙو۔ جنهن ۾ نہ ڪوئي حجاب هجي
رت ٿئي مس جنهن جي ۽ هي نينهن نصاب هجي
۽ وڇوڙو جنهن موجب جڙ تہ ڪو عذاب هجي
پرت جو سارو پريوار لکون، تاريخ ٺئي
عاشقن لئہ سو ئي نسخو ناياب هجي
ڪوتہ يادن جو هڪڙو سهڻو باب هجي



عاشقن جا پاڻ سڃاڻيندي تيا وار اڇا
سونهن ڪي پر پاڻ وڃائيندي بہ تي، منٿ لڳا
عشق ڪي ڪارو نہ چئو پرت سندا پار اڇا
جي عدالت وقت هنئين تيندا گنهگار اڇا
ورهہ وانڊو ڪونہ رهي، قرب جا ڪم ڪار اڇا
سڪ ڪي پر سر بہ ڪٽائيندي بہ تي منٿ لڳا
مُور ڏنڏلا تي نہ سگهن اک جا اظهار اڇا
عاشقن جا پاڻ سڃاڻيندي تيا وار اڇا۔



ڪنواري جسم جي خوشبو پرهه جي هير هرڪائي
خماريل نيڻ- نينگرڙيءَ شرابن کي تا شرمائن
اهائي سڪ سهڻيءَ جي، هئي جنهن سير هرڪائي
اڙي او چنڊ! ڇا لئه تو سمنڊ جي وير هرڪائي
سموري جوت جوڀن جي، اکين جي تير هرڪائي
لڄاري مرڪ سان چپ تا، پيا ڪا ٻاجهه ٻولائن
هئي آزاد جندڙي، زلف جي زنجير هرڪائي
ڪنواري جسم جي خوشبو پرهه جي هير هرڪائي



حسين ٻانهون چڙ ڪي گلاب جون تاريون
حسين مُرڪون موتئي سندا سندر گل هن
ڪئي دليون درد ونديون شباب جون ماريون
ٻڌاءِ! تو ڇالئه پيار ۾ وڏيون گهاريون؟
ڪي ياڪرن ۾ گذريون، مون ساعتون ساريون
پرين! اوهان جي ئي ياد جا اندر هل هن
اوهان بنا گذريون، ڪوڙ راتڙيون ڪاريون
حسين ٻانهون چڙ ڪي گلاب جون تاريون



جي ٻچيءَ تي قرب ڪري، ٻانهون ٻئي هار ڪرين
مان سرنهن- ڦولار سان گڏ، خوب نچان گيت چوان
آجيان ڪر ڪلندي، ۽ هن دل جو هلڪو بار ڪرين
۽ جهڪائي نيڻ ٻئي پيار جو اقرار ڪرين
سر وڃائڻ- سڪ آهي، جي، هي پڪو پار ڪرين
هَار ٿيندي پوءِ جي منهنجي، تہ بہ مان پنهنجي جيت چوان
جي تون چميون ڏيندي ڪٽي، نينهن کي نروار ڪرين
جي ٻچيءَ تي قرب ڪري، ٻانهون ٻئي هار ڪرين



تنهنجي ڳولا ۾ ڪوئي ڪئي سال رليو آ
تون تہ ڪا خوشبو تي هوا ساڻ وئي آن
پر ڇڏي ڪو پنهنجون مڏيون مال رليو آ
گهر، گهٽيون، ڪيٽ، ڪرا، جر، جال رليو آ
قرب ۾ جنهن لاءِ وڏئي ڪال رليو آ
ڇا خبر آ ڪنهن جي ڪُٽي ۾ تون پئي آن
هُو تہ تنهنجي لاءِ بهرحال رليو آ
تنهنجي ڳولا ۾ ڪوئي ڪئي سال رليو آ



ايترو چو يلا ياڪرين تي يرين؟
جيءَ اندر پيار کي ڪيئن پاليو اٿئي؟
جيئن مان چاهيان تيئن تي تون ڪرين
پيار جي آڳ ۾ ڪيئن نہ پئي تي ٻرين
موڪلائي وري واٽ تان تي ورين
اڳ بہ مون کان سواءِ چا، نہ جاليو اٿئي؟
آءُ ساڳيو تہ هان جنهن مٿان تي مرين
ايترو چو يلا ياڪرين تي يرين؟



مٿان لهي چنڊ توکي وجهي اڦٽ ماري
چڪورا! چانڊوڪيءَ سان نہ چاهہ ايڏو رک
اهو ڪلئي بينو جنهن يار جي لڳين لاري
وٽيس ٻوڙئي يا تار مان چڏئي تاري
ڦلار جي موسم، ماڪ کي پئي ساري
رکين تہ چنڊ سان تون پوءِ ناهہ ايڏو رک
اڏار تنهنجي ڏسندي ئي لهي تو اوتاري
مٿان لهي چنڊ توکي وجهي اڦٽ ماري



لاهياري مان لاهياري
ساجن مان هڪ لاهياري

لاباري لئه بابي آندو
سوچيوسين تئي اَنُ هيڪاندو
لاهياري تو مرڪي ماري
ساجن مان هڪ لاهياري

چولي مان تي جوين ڦاٽو
تنهنجي قرب جهڪايم ڳاٽو
ٻَڪَ وجهي تو ٻڌنڊڙ تاري
ساجن مان هڪ لاهياري

بابو آيو اَنڙِو ميڙي
تون وئين منهنجو منڙو ميڙي
توبن ڪانهي جندڙي پياري
ساجن مان هڪ لاهياري

تنهنجو ڳوٺ ڳليون تي ساريان
تنهنجا پيار نہ دل تان واريان
چا، تو منهنجي سونهن نہ ساري؟
ساجن مان هڪ لاهياري



سڪَ ۾ سُوري قبوليئي؟!
ءِ وڏي ڏُوري قبوليئي؟!

ڪيئن ڏڪاريئي ٿهڪڙن کي؟
هانوَ لئہ ڳُوري قبوليئي؟!

وقتا مان ڪو 'ڄام' ناهيان
منهنجي لئہ 'نُوري' قبوليئي؟"

ڇانوَ جا هيراڪ ڇالئہ!؟
پاڻ مزدُوري قبوليئي؟!

وقتُ 'مارو'، مَلهہ هٽي ويو
"هُن" جي مجبُوري قبوليئي!



هوءَ رات ستارن جي سهاري تي هلي نيٺ ڏجي
پر ڪيس نہ ڪجهہ سمجهہ ۾ آيو تہ تي عليل وئي

اڄ چنڊ پئي يار ساڻ نينهن جو نڪاح پڙهيس
پوءِ ماڪ تي شاهد ۽ هي خوشبو تي وڪيل وئي

هن ڳوٺ جي پوتار وڏي جرڳو ڪونايو هو مگر
ڪا دلربائي ديد چاهي؟ پاڻ تي دليل وئي

فرعون جي لشڪر جيان سڀ پيار- ويري پاڻ ٻُڏا،
ڪنهن ناروا سلوڪ جي، هوءَ ترندي ندي- نيل وئي.

اڄ پيار سندو پهريون وچن پنهنجي پرينءَ ساڻ پاڙي
هن عاشقيءَ جي ڪرِم- قبيلي ۾ تي اصيل وئي

ꕥ

تارا گم تي ويا صاف تي ويو گگن
سيسراتيون پري پيو پرينءَ لئه بدن

ڪجھ وفائن به ويڙهي ڇڏيو آ وجود
بس جفائن جون ڳالهيون به ڪهڙيون ڪجن

عڪس اکڙين جي آڏو ڦرن تا پيا
يادگيريون به چڙ ڪي تليون ٿيون وڃن

هي سهائڻ نه سوليون ايئن الفتون
هي نه ڏاڍا ڪچا، جيڪي سٽ ۾ ڇڄن

ها بظاهر ته مارو رنا تا وتون
دل چوي ٿي ته اڄ رات پرچي پون

ꕥ

ننڊ نيڻن منجهان هئي، رُني رات پر
آس منهنجي پئي هئي ڪُٺي رات پر

دوريون، دشمنيون، دل ڪان وسري ويون،
سڪ تنهنجي لڳي تي سُني رات پر

ڪو مزي سان سُتو ڪنهن جي ڳلڙن مٿان
بوند ڳوڙهن سندي تي اُني رات پر

رات جي سانت ۾ ڪو نہ راڙو پُڳو
جنهن لئہ هئي، منتظر هڪ مُني رات پر

دل چيو پئي تہ 'مارو' پرينءَ سان ملون
مون سڏي ڪونہ ڪئي آ پُني رات پر

ﮜﮛ

چيو دل تہ تنهنجي چُمان چڳَ پيهر
پڳو درد دل جا پڇي دڳَ پيهر

ورھہ جو ڪو ورلاپ اپريو اندر مان،
ڏنا ڪوڙ مهٽا جليئي جڳَ پيهر

سُڃي۔ ساھہ توکي سنياريو تہ ٿياسين
اسان چور۔ ڳوڙها ٻٽيا سَڳَ پيهر

اُيا سنگ۔ سيني، سيئي انگ ساريم
چوان ڇا، اجائي هٽي جَهڳَ پيهر

ٿيان رڻ جو راهي، اُتي روجهڙين جا
ڏسان شال 'مارو' وري وڳَ پيهر

ꝏ

## هُو اوچي ڳاٽ سان آيو هو۔

جو: ڪانيو ڪالهه لڏي ويو آ
سوا رئندي سنڌ ڇڏي ويو آ

ڪلهه جنهن جي هڪڙي نعري ڪان
تي آمر جا ايوان لُڏيا
جو قيد ڪرڻ ڪان ڪين ڊنو
جنهن ننڊ ّ ضمير تي جاڳايا

هُو ڪرسيءَ ڪارڻ ڪين وڪيو
هُن آزاديءَ جي ڳالهه ڪئي

هن ويڙهي جي وينجهار مٿان
ڪَجهه ڪيس لڳا غدّاريءَ جا۔

هُو ڪيس هلائي ڪونہ سگهيا
جو گيدي هئا گهبرائي ويا

هُو اوچي ڳاٽ سان آيو هو
۽ اوچي ڳاٽ هليو ويو آ

هن ڌرتيءَ جو هُو وارث هو
جَو ڌاڍ جا ڏونگر توڙيندي
۽ موت مٿي ڪي ماريندي
آ پنهنجي سگهہَ مجائي ويو۔

(سائين جي ايم سيد جي وڇوڙي تي)

ﮨﮩ

## اي ديس جا مالڪ ٻڌو

هن ديس جا سورهيہ ٻڌو
ڇا دليري آ اها
جو پنهنجي جنتا کي ڏئي بم، تا رکڻ چاهيو بکيو؟
ڇا امن ايندو آ ايئن؟
ڇا عصمتون بچنديون ايئن؟
هي بمن جا جي ڌماڪا
ماءُ جي تي تج نہ سگهندا،
”پرتوي“[1] ”غوري“[2] . بلا، ڪنهن گيت جي ڇا گونج آ؟
ايوان ۾ ڌمڪيون ڏڪا، اخلاق جو اهڃاڻ هنِ؟
آواز تئنڪن جا ڪڏهن،
جيجل جي لولي تي سگهيا؟
الزام هي هڪٻئي مٿان، ڪا ٻاجھہ ٻولي تي سگهيا؟
اي ديس جا مالڪ ٻڌو
ڪنهن ديس کي گولين سندي گونجار جي-
ڪائي ضرورت ڪونہ آ،
ها، ها بکئي هن پيٽ کي،
ماني کپي، پاڻي کپي،
۽ پينرن کي ياءُ گهرجن،
مائرن کي لاش ڇالئہ، پر کپي پُٽڙو زندهہ
مسڪين ماڻهن کي لٽو گهرجي اجهو
جي انگ اگهاڙا پيي ڍڪن
پنهنجي اجهي هيٺان رهن،
اي ديس جا مالڪ ٻڌو-

ﮂﮃ

[1] هندستاني ميزائيل جو نالو [2] پاڪستاني ميزائيل جو نالو

## راندين جا ارمان

هيءَ جا هيڏي مل تي ڏسجي
سينين جا تي بوَل پري، پر
ڪنهن جي ٻچڙن جي روزيءَ جو
راز سمايل آ، هن ۾.

هيءَ ٻه سچ وڏو آ هڪڙو
هن جي ناهيل ڪپڙي مان تہ
ڪَيئي انگ اگهاڙا ڏِسجن۔

ها پر هڪڙي ٻي ٻہ حقيقت سامهون آهي،
ان ڪان ڪوئي ڪيئن نٽائي
هن ئي مل ۾ لوڙيندڙ ڪجهہ
ننَڍڙن ننَڍڙن ٻارن جي تا،
راندين جا ارمان ڪُسن.

ڪوڙ جوانن جي اندر جون
روز ڪسن تيون ڪوڙ اُميدون،
ننڍپڻ ۾ هٿ آيل ٻابو
وقت اچڻ کان اڳ ئي ڪنگهندي
مل ۾ ئي، يا مل ڪان ٻاهر
تنَها موت مريَ ويندو آ
ننڍ اڌوري، اڌپورو ڪاڌو ۽ هيءَ دزّ
ڪچي ماني تي هِن جي موت جو ڪارڻ بڻجي.

ﮧﮨ

## اسان جون راتيون

اوهان جڏهن همسفر هيا،
تڏهن حياتي سُکي تي گذري
ڪنڊا جي هوندا هيا گهٽين ۾
اوهان ڏي ايندي سي گل ها لڳندا،
اسان تہ ڳوڙها نہ تي سجاتا
انهيءَ ڪري جو اوهان تي مُرڪيا ـ!
سدا لبن تي بهار جي رت
سدا اکين ۾ شرير نظرون
فضا ۾ گونجيا تي ٽهڪ تنهنجا،
اوهان جي هٿ جو ڇهاءُ وٽندڙ
سرير کي جنهن سرور بخشيو.

وري نئون روپ زندگيءَ جو
ڏٺوسين اوڪو صفا نرالو
اوهان کي ڀهريل گلابي جوڙو
هٿن تي ڳاڙهي حنا لڳل هئي
مگر اکين مان ڳڙيا ٿي ڳوڙها.
اهو تصور ڪٿي ٿو وسري؟
جڏهن نگاهون جهڪائي پنهنجون،
اشارتاً الوداع هُيَو ڪئي،
تڏهن ڪان جاني،
ڏٺيون نہ اکڙين شرير نظرون
بهار جي رت اچي ٿي، پوءِ ٻيي
اُها نہ، جيڪا اوهان جي مک تي
وٺيو نہ آ ڪو ڇهاءُ ڪنهن جو
اسان جون راتيون اماس آهن۔

ﻌﻈ

## آءٌ شاعر تي ويس

زندگيءَ جي رهگذر تي
تون هئينءَ مونکي ملي
۽ اکين جو پاڻ ۾
وهنوار، ڪو هو تي ويو.

مونکي هي احساس ٿيو هو
حور آهي ڪا ملي وئي
ان گهڙيءَ مون هو خدا سان
دل ئي دل ۾ ئي سليو هيءُ
جنتي حورون وٺي مان
اي خدا ڪاڏي ڪندس.

پر وري تنهنجو وڇوڙو
ٿي اچانڪ هو ويو
۽ مان تنهنجيءَ ياد جو
سمنڊ جڻ ترندو رهيس
۽ تري توڪان سواءِ هُن پار تي
جيئَن مان پڳس
پوءِ مون لئہ ڪائناتي
سونهن محبوبا بڻي
موڙ هن تي ٿي وئي
تخليق ڪنهن شاعر سندي
تون وئينءَ پرديس تي ۽
آءُ شاعر ٿي ويس.

ജ

نسري ڪانهن پيا
الأ! نہ موٽينءَ ماڳ تي.

تو پڇاڻا مون پرين
رئندي گيت چيا
الأ! نہ موٽينءَ ماڳ تي.

تنهنجي دوريءَ دل مٿان
ڏاڍا ڏاڍ ڪيا
الأ! نہ موٽينءَ ماڳ تي.

پيرون پٽن تي پڇي
اڪري نيٺ ويا
الأ! نہ موٽينءَ ماڳ تي.

ڏکن 'ماروءَ' کي ڏَسي
ڏاڍي اڄ تہ ڏيا
الأ! نہ موٽينءَ ماڳ تي.

ജ്

روح ۾ رهجي ويون
ڪنهن شهر جون يادگيريون

جن رلايو رات ڀر هو
چاهتون سي بي چيون
ڪنهن شهر جون يادگيريون

چاهه ساماٽو ڪليائسين،
۽ رنيون گڏجي اکيون،
ڪنهن شهر جون يادگيريون

مرڪ سان تي آجيان
ڪنهن چوٽ تي چوٽون ڪيون
ڪنهن شهر جون يادگيريون

مَيچ ته مارو يار ها
جي هليا ويا لت هنيون
ڪنهن شهر جون يادگيريون

روح ۾ رهجي ويون

اڄ آ روح رڙيو
الا! ڇو آءُ نہ ڄاڻان تو اِهو

ناريءَ ساڻ نگاهہ ۾
منهنجو من اڙيو
الا! ڇو آءُ نہ ڄاڻان تو اِهو

مونکي هڪڙي موهڻي،
قربن ساڻ ڪڙيو
الا! ڇو آءُ نہ ڄاڻان تو اِهو

ڪيئن وڃي بس اوچتو
ڪنهن سان جيءُ جڙيو
الا! ڇو آءُ نہ ڄاڻان تو اِهو

ڪوئي برهہ بتي
ٻاري آيو ٻاٽ ۾

چاهہ چپن کي ويو چمي
سرتيون مان نہ ستي
ڪوئي برهہ بتي
ٻاري آيو ٻاٽ ۾

سوري آندي سوجهري
ويجهو ورهہ وتي
ڪوئي برهہ بتي
ٻاري آيو ٻاٽ ۾

انگ انگ انگڙايون ڪري
هي چا؟ هڻ تہ چتي
ڪوئي برهہ بتي
ٻاري آيو ٻاٽ ۾

ايترو مان ڪونہ ڳايان، چنڊ توکي،
پر وٽي تو.

ڪي سُتل چهرا نہ چمر تون
ڳالهہ مان هيءَ ڪيئن مڃايان، چنڊ توکي
پر وٽي تو.

تون پرينءَ- پرتوو آهين
چا ڏسيان! پيو دل ليايان، چنڊ توکي
پر وٽي تو.

ڪيئن چوان ڪنهن ياد جو تو
جيءَ ۾ ڏيئو جلايان، چنڊ توکي
پر وٽي تو.

سڪ وڌائي تو وچي
مان سوايو تو ستايان، چنڊ توکي
پر وٽي تو.

ꕥ

سڪ نہ ڪر ساٽون[1]، پرينءَ ٻاجھ ٻني اٿئي،
اڄان سَھبيون لوڪ جون، تاٽن تي تاٽون
قربت ۾ ڪاٽون، ڪيڏيون پون ڪڏھين



ڳجَر گاھُ ڪندي، حبيباٽي ھُجَ تي،
ڪاپي ساڻ ڪنائيندي، وينگس آس وندي
راز نہ ڪو رکندي، سپ سلينديِ سڄٽين.



بگيءَ جوتي ٻور[2]، پٽڙا! تنھنجو پيءُ ويو
تنھنجي روئڻ نہ روڪيو مون کان ماڳھن زور
پَر، ھيءَ چاھت چور، ڪاٿ ھٽي خوشيون ڪٽي!



شل نہ تتي تانگو جيڪو جانب جوتيو،
سانجھي موتي سپرين! ٻانگ ڏئي ٻانگو
پرين! ڪؤڙا ڪين تين، ان نہ مھانگو،
روزيءَ جو سانگو، تو لوڙائي لعلڻ کي!



گھوڙا! ھل تہ وجھان، ھينئڙو تنھنجي ھاڏُري
درد پري ھيءَ دلڙي، داٽو توکي ڏيان،
چَرُ تہ چٽَ ڦِري وڃيئي، ڇوتي، رَتُ رُئان،
ٻُجھي آءُ ٻَران، اڄ تو آندا سُپرين.

[1] ساڻَ جو جمع چوڦير ھر ڪاھجي وڃن يا ٻج ڇٽجي وڃي ٻر زمين جو ٿورو ٽڪرو رھجي وڃي
[2] گھوڙي جو قسم.

مشڪيءَ سندي واڳ، ڇڪي پهتس ڇوهہ مان،
هينئڙي منجهہ هُري پيا، چري تنهنجا چاڳ،
پر ڇا تو وٽ جاڳ، اجان مون لئہ اوتري؟



سُرخا[1]! تنهنجو تل، آءُ تہ اکين تي رکان،
مون سان منهنجي پرينءَ ڏي، هئي هئي گڏجي هَلّ
تون پِي مون جيئن مَنّ ۾، چاهت کٽي چَلّ
متان رات رُتلّ، پرچي ائين اهوجهہ سان.



هَلُ تہ پرچايون، سُرخا! پنهنجا سپرين،
رات بہ پنهنجي رُوح کي اُڇلون تي آيون،
گهُور وجهي گهايون، هو تہ ڇڏيون ويا هيڪلي.



سَرَل[2] وڇيرن، جيان منهنجو نينهڙو
ڏکي وجهڻ تن کي، پڇاڙي پيرن،
گهورن جي گهيرن، هينئڙو هنيلو ڪيو.



راتيان ڏينهن رَلو[1]، ٻوڙي منهنجو هينئڙو
سڪ جو سوار نہ تڪجي، هيءُ پوريءَ لاءِ پلو
پاڻيارين جو کوهہ تي، سانجهيءَ... ٿاڻ ٿلو
ڳوڙها، مُور ڳلو پوءِ نہ ڇڏن پانهنجو.



[1] گهوڙي جو قسم.

[2] اُهي گهوڙا جن تي اڃا سواري نہ ڪئي وئي هجي.

[1] گهوڙن جي پِنڊ/ ڍڪڻ جو قسم.

گاڏي! توــ گوڏا، سدا رهن سرها
تو جيئن هلن تک ۾، مُور نہ ڪي توڏا
اسان لئہ اوڏا، توئي ڪيا سپرين!



ويگن! تنهنجا ويل، شال نہ بيهن بَر ۾
پرينءَ وٽ پهچڻ لئہ، اکڙيون جڻ تہ عليل
دل جا کوڙ دليل، پهچي اُن سان اوريان



ويگن! منهنجو وس، مُور نہ هلي توــ مٿان،
تون تي ساڙين تيل کي، تون کئين کائين ڪَس
روح چوي تو، راڻيءَ وٽ، راتو واهہ ٿي رَس،
ڏيندو ڪوبہ نہ ڏس، صبح ٿيندي سڄڻ جو



ولهيءَ مٿان وَڙ گاڏي! تنهنجا گُنج هن،
جتي منهنجا سپرين، سي تو ڏسيا تَڙ،
آهن منهنجي جيءَ ۾، نينهن وجايا نڙ،
توتي پايان پڙ، جيئن مٿي مُور نہ تو پوي!



کُهري جيئن ڪا ڏاس(١)، تيئن ڪا کهري يادڙي،
انئي پهر پرينءَ ڏي، اکڙين جي اوڪاس(٢)،
ڪنهن جو چاهــ چڪاس، ڪندو آهہ اندر جي



(١) ٻڪرين جي وارن کي ڇٽبو آهي جنهن مان رَسا ٺهندا آهن.
(٢) تانگهہ، ڳولا، انتظار.

لپريءَ (۱) کي لِيڙا(۲)، نازڪ هٿ سان هُن ڏنا،
لِيڙن جي پيڙا، ٻڪريءَ لئہ تي ٻاجھ پئي-



چاهت چؤتالي(۳)، ڊڪي تنهنجيءَ تات ۾،
واڳ وتي مون ورهہ جي، خوشين کان خالي،
پرت جا پالي، سا دَستا هٽي دل تي-



درد نہ ڪو داٽو، جنهن کي وجهان توبري،
گهوڙا ڪائن ڪين ڙي! محبوبي ماٽو
عشق نہ اياٽو، اجان ايڏو آهہ تيو-



هَنو(۴) ناهي هانءُ، جنهن تي ڪو ويهي رهي،
پوءِ پِي تنهنجو نانءُ، سدا سيني سوار آ-



نينهن نہ ڪوئي نَٿُ، جنهن کي پاني سان پريون،
ويچا ويلڊ ڪونہ تين، برهہ نڪو بانٺ،
هي جو هينئڙي ڦٿ، تنهن کي ڇيٽيون ڇا ڪنديون.



ورهہ، تي وانا، پهتا منهنجي پيار لئہ،
ڳڙيا منهنجي ڳلّ تان، لڙڪ- لُوٽانا،
پوءِ ٻہ نہ تيا مانا، اولاٽا ارواح جا-



---

(۱) ٻڪريءَ جو قسم.
(۲) اُها اڳڙي جيڪا ٻڪريءَ جي ٽٽن کي ويڙهبي آهي جيئن ڦرڙا ڏائي نہ وجن.
(۳) گهوڙي جي ڊوڙ جو قسم
(۴) گهوڙي جي پٺيءَ تي رکي، جنهن تي ماڻهو ويهي ٿو.

اڙي اسڪوٽرا! تنهنجي سيٽ سوا لَڪِي،
جنهن تي جانب چڙهيا، هلَيا ساڻ – سفر،
ڪنن منجهه ٻُري پئي، تنهنجي ڀُون ڀُون – ڀَر
اڃان سي اثر، رهجي ويا روح ۾.



ٿهڪن سان ٽڙڪات، جي ڪَن منهنجا انگڙا،
پوريءَ پريو ياڪرين چاهه ڪَري چمڪاٽ،
منهنجي لونءَ لونءَ لاٽ، ٻٽجي ٻري ٻات ۾.



ڇوريءَ ڇُهين جي، تہ لڳي باهه بدن کي،
قربئون ڪُهين جي، تہ ڪلندي آڇيان آرسون.



پوءِ ڪيئن پير ڪپن، جي تون ڇُمين چاهه مان
نينهن نياپا نيَ ڏي، مُنجوُن سان ڪڪرن،
اندر منجهه اُتَن، ڪيئي سَڏون سڪ جون.

ᘓᘐ

# وشواس رُنو

اڄ دل وارن جي دوريءَ تي
ڪنهن شاعر جو احساس رنو
جنهن ويل رسي هن منهن ڦيريو
هڪ عاشق جو وشواس رنو

هُن جون نظرون چڻ تہ ڍَبي[1] هون
جنهن ۾. جوين ڳيرَا ڦاٽا
هُن جي چپ چپ ۾ چنچلتا
جنهن ۾ گھُور جا گھيرا ڦاٽا

ڦهرين مرڪ تہ ماڪيءَ جهڙي
ٻوئين چڙٻ تہ جيءَ کي جهوري
هيڪر ٻيهر ٽيهر سهندو
پر ڪو ڪيسين ڏک سان ڏوري؟

ڪوئي شاعر شعر تو سرجي
هُن جي دل ۾ درد ڦٽي پيا
ڪوئي عاشق ڪيئن ڪري جو
اک جا ڏنڌلا عڪس ڪٽي پيا.

ﷺ

---

1 اهو ڇار جنهن سان ڀڪي ڦاسايا ويندا آهن.

تون جدا ٿيندي نہ ڪر
توهہ تنهنجي تو تڳان

ٿي هِتي مس مس اچين
روح تي چندا وجهين
پر وري ويندي نہ ڪر
توهہ تنهنجي تو تڳان

تو سان منهنجو چاهہ آ
عشق جڙ آڙاهہ آ
ڏک گهٽا ڏيندي نہ ڪر
توهہ تنهنجي تو تڳان

دل تہ مارو سرڪندي
تون رهين شل مرڪندي
ڪاوڙي ايندي نہ ڪر
توهہ تنهنجي تو تڳان

ꕥ

ياد ڪائي، سرور بڻجي وئي
چڻ وهيءَ جو ئي پُور بڻجي وئي

چڙٻ هُن جي، وٺي سين ڪي تي
مرڪ منهنجي قصور بڻجي وئي

گهر جي عورت ڪان سؤ دفعا بيزار
ٻاهرين نارِ نُور بڻجي وئي

سونهن جي احترام ۾ نِوڙيُس،
هُوءَ سراپا غرور بڻجي وئي

سامهون جهوپڙي اٿس 'مارو'،
ڪيئن تولاءِ ڏُور بڻجي وئي؟!

موت سامهون، پوءِ بہ اڪڙيون يار ۾،
تي ڪلياسين وقت جي هر وار ۾

زندگي جڻ ڪنهن نديءَ جو وهڪرو
اڄ تہ گڏ لڙهندا هلون منجهنڌار ۾

گل ڪڏهن چا واءُ ڪان، روڪي چُمي؟
تون تي لوڏين ڪنڌ چو انڪار ۾

منهنجا ڪَن تا ٿهڪ سارن، جي ڏنئي،
گڏجي ’سيوهڻ‘ جي ’پِري – بازار‘ ۾

چن، چنا۔ چن، چوڙين جي ڪئين ٻڌان!
تون هلي وئين، جڻ تہ ڪنهن پولار ۾

توڪان وسري ڪيئن ’ماروءَ‘۔ ڪهڙ ۔ گهٽي،
يا اچڻ شايد نہ تي اختيار ۾



ڪنڌ جهڪائڻ ۽ شرمائڻ
مرڪڻ ماٺهن ڪان لهرائڻ
عشق قبوليا تنهنجا اچڻ
پاڻ پلي پوءِ ڪيئن سگهان؟

ٻاجهہ منجهان جي تون تي ٻولين
منهنجي اکيان جي تون تي کولين
چولي جا هي تڇ بٽڻ
پاڻ پلي پوءِ ڪيئن سگهان؟

پير چَون هل پنڌ ڪري اڄ
روح چوي نہ تي منهنجي سري اڄ
هي نيڻ چَون ڏسون پنهنجا سڄڻ
پاڻ پلي پوءِ ڪيئن سگهان؟

تون تہ پڇين تي چو تو لڪان مان
رات سڄي نہ تو ننڊ ڪيان مان
بس ياد پون تا تنهنجا رُسڻ
پاڻ پلي پوءِ ڪيئن سگهان

چيٽ آيو آ وري
دل چوي تي تون ﺑﻪ آءُ

چاهُه تي پيو چلولو
ڪر اچي ان جو بلو
ڳالهه تي پئي آ ڳري
دل چوي تي تون ﺑﻪ آءُ

آهي جوين جوش ۾
مان ﺑﻪ ناهيان هوش ۾
ٿي وري اڄ اڪ ڦري
دل چوي تي تون ﺑﻪ آءُ

هٿ ٻُڌي ڪي لاتيون
هَي اڪيليون راتيون
ڪيئن ڪٽيان تو بن چري
دل چوي تي تون ﺑﻪ آءُ

چِتائي ڏسڻ ڪا تہ معنيٰ رکي ٿو
چپن ۾ ڪلڻ ڪا تہ معنيٰ ۾ رکي ٿو

اڳيان جي اچين ٿي تہ خاموش ڏاڍو
ٻين ڪان پڇڻ ڪا تہ معنيٰ رکي ٿو

جڏهن سونهن جي ڳالهہ نڪري ٿي ڪلندي
نٿائي وڃڻ ڪا تہ معنيٰ رکي ٿو

”ڪڏهن ياد آياسين“ هُن ڪان پڇو مون
”الائي“ چوڻ ڪا تہ معنيٰ رکي ٿو

چٽي وات سانۡ جي نہ مارو سگهي ڪو
پوءِ روئي ڏيڻ ڪا تہ معنيٰ رکي ٿو.



منهنجي گهر کان جو گذرڻ ته ڳوڙها پليئي
منهنجون يادون، ڪي دل ۾ ڪِهڙن کان جهليئي؟!

اڄ ته رستي به تنها ڏسي توڪيئي،
ٿهڪ منهنجا تي ڪلهه سات ڏيندا هليئي.

مون ڪتابن کي همراز ٿاهي وتو،
تون ڏسين راز جن کي، ڇا اهڙا مليئي؟!

ها مڃان ٿو پڪي آن، مگر مون سوا،
ساهه تڏڙا پري، سور ڪنهن سان سليئي؟!

هيءَ 'مارو' نه تو وٽ وري موٽڻو،
ڪئن تي پويان سڏين، ٿلّ ڪهڙي تليئي؟!

وعدا پاڙڻ وسري ويا
سينا ساڙڻ وسري ويا

تنهنجا درد ڪسي وئي دنيا
ڳوڙها ڳاڙڻ وسري ويا

هاڻ رُسڻ جو وقت ڪٿي،
۽ خط ڦاڙڻ وسري ويا

تون، ۽ تنهنجا رستن تي
پيرا آڙڻ وسري ويا

ڪنهن ڪنهن جاءِ ملي سگهبو؟
تاڪ ٻـ تاڙڻ وسري ويا

جوين جا هي اڻ جهل جذبا
واڙِ ۾ واڙڻ وسري ويا.

مارُو هُن ڪان موهـ سندا،
قرضَ اگهاڙڻ وسري ويا

ﷺ

ڊيل بٽجي آ تِلي،
هوءَ جوين موڙ تي.

عشق جي هن راھ ۾
۽ چريئي هن چاھ ۾
تي پئي آ چلولِي
هوءَ جوين موڙ تَي.

اڌ مُئو تي پيو هُيس
مان تہ وکري ويو هُيس
پر وئي مونکي ملي
هوءَ جوين موڙ تَي.

آنءُ لُونءَ لُونءَ ۾ لُڏي
۽ عجب ۾ ويس ٻُڏي
مون مٿان جو آ هلي
هوءَ جوين موڙ تَي.

قولار گهمون گڏجي،
اڄ چيٽ جي ڪيتن ۾ چپ. چار ڇمون گڏجي.

بازار وئي هوندينءَ،
گڏ عيد سهيلين سان، تي تيار وئي هوندينءَ.

ڪڙڪاءِ نہ در هُن جو،
هُو ڪالهہ مَري ويو آ، اڄ خالي آ گهر هُن جو.

پڪ پير پري ايندي
ڪو اڳ ئي مري ويندو، هوءَ دير ڪري ايندي.

هيءَ پيار گهڙي ويندي،
ڪجهہ ننڊ اچي ويندس، ڪجهہ رات لڙي ويندي.

جي گهور سندا گهورا،
اوباش نہ سڏجان تون! او سونهن! اِهي چورا.

سو ڪوهہ اڃان آهي،
توتي بہ جواني ڏِس! ڦوهہ اڃان آهي.

چا چنگَ سدا رهندا،
دوري بہ ختم ٿيندي، يا دنگَ سدا رهندا؟!

دادو تہ وٺي ويو آ،
ڪنهن يار حسينہ جو جادو تہ وٺي ويو آ-

لڪ چپ نہ سگهون ڪيڏي،
موتي نہ سگهي ننڍپڻ، تون چا بہ ڪرين جيڏي!

تون لڙڪ نہ لاڙي ڏي
سمجهي نہ وڃن ڳيرُو ايئن ڪُڙڪ نہ پاڙي ڏي.

ماءُ- پيءُ ويس وسري،
نئون نينهن لڳس، چوري، آپي مان وئي نڪري-

ڦولار چٽي ويندو
مُند مارَ ڏئي ويندي، ننڍ يار ڪٽي ويندو-

بازار گهمي ونبي،
ڏي چَپَّ رسيلا تون، هڪڙي بہ چُمي ونبي-

بس! يارُ منو توکي؟
تي سِير پڇيو: "سهٽي! ميهار منو توکي"

مان ڳوٺ جو رهواسي،
پر شهر اچي توسان، هي نيڻ ويا ڦاسي-

آ چنڊ اِهو ساڳيو
ڪنهن ياد مِنيءَ ڪي تو ان ساڻ ڪڏهن واڳيو؟

آ چنڊ بہ آگُر ۾،
تہ بہ ننڊ اچي وئي تس، ڏِس! يار جي ياڪر ۾.

اونداهہ وڏو تنهنجو
او عشق! سڙي وياسين، آڙاهہ وڏو تنهنجو۔

آ چيٽ چڙهي آيو
تون ڪونہ پُڳي آهين، ڪو لُڙڪ لڙي آيو۔

مهمان ٿيا ڳوڙها،
مون عشق جيان روڪيا، نادان ٿيا ڳوڙها!

چا لاءِ ڪيو تا ڪِٽ،
ڪا سونهن ڪندي پاٽهي، هن عشق سندي آڊٽ.

او عشق وڏا تورا،
آئين تہ وڏائيءَ ڪي، پوري مون ڪيو پورا.

جولانَ سلامت آ،
جنهن خوب وکيريو سو، طوفان سلامت آ.

هيءَ جنس جي مدهوشي
ماٺهوءَ تي چڏيندي آ، ڪري طاري خاموشي.

هر انگ جي عرياني،
مونکي ٿي چيو مرڪي ”ڏِس مونکي ڇهي جاني“.

اج اڪَ اُني هوندس،
هڪ مان بہ رُنو آهيان، ٻيو ننڊ بہ رُني هوندس۔

احساس، ٿراسائي،
هن ڪان نہ سگهي پرچي، شاعر جي اداسائي۔

هڪ وار فلائنگ ڪس،
احساس مٿان ڪئي تي، جڙ تہ ڊرائنگ مِس۔

ڪرلاءِ نہ ڪاڇي ۾،
ڪا ڪونج مُئي ڪرڪي، ڪنهن پيار جي پاڇي ۾ ۔

هوءَ جڙ تہ ڪا ڦلواڙي،
آ ياڳ پلو اُن جو جنهن پؤنر اڇي تاڙي۔

هُوءَ چڳ، اُها چوٽي،
اکڙين کي وٺي ويئي، پوءِ ڪونہ نظر موٽي۔

ڪو رنگ رچي پيو آ،
آ ڪير اگڙ آيو، هر انگَ نچي پيو آ ۔

هستي نہ سگهي ماپي،
مدهوش ڪئي چمين، مستي نہ سگهي ماپي۔

ارمان جي قيمت ڇا؟
پرپُور چُمي ڏي تون، هِن جان جي قيمت ڇا؟

نيڻن ۾ ڪجل آهي،
هُوءَ تيار تي نڪتي آ، وارن ۾ بڪل آهي۔

سينگار مٿائيندينءَ،
تولاءِ هي سولو آ، ڇا يار مٿائيندينءَ؟

جو ڪالهہ ڏنو تو هو
سو پيار اسان جي لئہ، جڻ ڪوٽ هجي لوهو۔

چاهت بہ اجا آهي،
ڪنهن سونهن۔ سنديءَ دل تي، واهت بہ اجا آهي۔

ايذاءُ ڪان تي آجي،
تي پيڻ چيو رئندي، ”ڪاري تہ نہ هئي باجي“.

ڪنهن لاءِ وجهين جهاتيون؟
سُرمي جون سرايون پئي، تو پرت منجهان پاتيون.

ڏرتيءَ مٿان سر ويو
پڪ جاڻ سَجايو آ، سرتيءَ مٿان سِرُ ويو۔

بي سَتُ پيو آهي،
گولي سان مٿل ماٺهو، هي رت پيو آهي۔

هت هانوَ ڪئي ماندا،
افغان وجي جيجل، ڪجهہ لاش مُلن آندا۔

هي پير جو شُجرو آ،
درگاهہ تي قيٽو آ، اوطاق تي مُجرو آ۔

هي ناز۔ نهارون جهل
هي عشق انڌو آهي، تون اُرهہ۔ اپارون جهل۔

هي پيار وڏو منب آ،
آڪاش ٽڪايو تو، ڏس ڪيئن پلا چنبُ آ۔

هوءَ هير ڪٿي آهي؟
جت ڪالهه ٻڏي سهڻي، سا سِير ڪٿي آهي؟

تعذير سجائي تي،
وارث ڪي اجوڪي پر، هر هير سجائي تي-

قاهيءَ تي ڪِلائي تو،
هي پيار پهاڙن ۾، سسئي کا رُلائي تو-

ڪٿ يار جدا آهي،
اڄڪلهه تہ مان سوچيان تو چا پيار خدا آهي؟!

ڏس پرهہ ڦُٽي آهي،
مدهوش چُمين ۾ تون! اُٿ رات ڪُٽي آهي-



## ساگر مون کي ويرون ڏيئي

مون کان منهنجي ماٺ وٺي تون
ساگر! پنهنجون ويرون ڏيندين؟
ساحل سان بس ناهه ڪري ڇڏ
هيءَ تون منهنجي ڳالهه مڃيندين؟
پنهنجي هيءَ بي چيني ڏيندين؟

ڇو جو منهنجي من ۾ ڪائي
ڪنهن ماٺوءَ جي ڇڪ ڇلي تي
۽ ڪجهه تڏڙن ساهن ۾ پئي
ڪنهن سهٽيءَ جي سڪ رلي تي.

منهنجي انهيءَ چڪ ۾ سڪ کي
ڪجهه رسمون، ڪوڙ ڪنارا روڪن
تا پنهنجا يار پيارا روڪن
سڪ ۾ چڪ تيون مونکي توڪن.

ان لئه توکي منت ڪيان تو
جيڪر تو جيئن آءُ ٿيان
ڇا پوءِ بہ ڪنارا روڪيندا؟
ٻوھہ ڪندڙ ھي ٻوھي ماڻھو
ضد جي پيڙي ڏوڪيندا؟

روز هزارين ماڻهو تنهنجي
وير ڏسڻ لئه ايندا آهن
تووٽ ايندي ٿي سڀ ماڻهو
ڪن ۾ خوش ٿي ويندا آهن

ساگر! مونکي ويرون ڏيئي
مون کان منهنجي ماٺ وٺي ڇڏ!

8003

# هيءَ ڪهڙي چڪ آهي

هيءَ ڪهڙي چڪ آهي
جا اسان جي ساهه ۾،
پنهنجي خاطر سڪ ناهي
چين سارو تي لٽي
تِي انا ڪي زخم ڏئي
تہ بہ نہ تي هرگز ڪٽي،
گهور ڪنهن جي تي گهٽي؟

روح رهڙي تي وجهي
درد بڻجي ديگ پيو
ٻاجهه تي ٻوٽي رجهي
تہ بہ چوان آيا اجهي؟

ننڊ نهڪر تي ڪري
ڪنهن هرڻ جان ڇال ڏئي
تي تهي بيهي پري.
ڪونہ اکڙين جي سري
پوءِ بہ اهڙي چڪ پالي
ساهه سانڍي سڪ نرالي
جڻ تہ ڪا موسم جهڙالي
تي سدا اک ۾ رهي
آهہ دل، دل جي سوالي
ايئن ڪنهن جي پيار لئہ
ٻار بڻجي تا وجون
هيءَ ڪهڙي چڪ آهي؟

## ماٺوءَ موهه

ماٺوءَ موهه اهو آهي، جو
جيئڻ لئہ اتساهه ڏئي ٿو
جهيڙي کان پوءِ ٿاهه ڏئي ٿو
ڪنهن جي اکڙين ۾ ايري هي
جيءَ چرئي کي چاهه ڏئي ٿو.

ماٺوءَ موهه اهو آهي، جو
نيڻن مان ننڊ نيندو آهي
ماٺو وکري ويندو آهي
پنهنجي هڪڙي ليلا خاطر
قيس مان مجنون ٿيندو آهي.

ماڻهوءَ موهه اِهو آهي، جو
جندڙي سور بہ سهندي آهي
پوءِ بہ نہ ضد تان لهندي آهي
ميهر لاءِ سنڌوءَ ۾ سهڻي
ڪاريءَ رات ۾ ڪهندي آهي

ماڻهوءَ موهه اِهو آهي، جو
لوءِ منجهان پيي لڏڻو پوندو
دل سان گوندر گڏڻو پوندو
پنهنجي منڙي هير جي سر لئہ
تخت هزاري ڇڏڻو پوندو.

ماڻهوءَ موهه جا روپ هزارين
ڪهڙا ڪهڙا آءٌ ڳڻايان
ماڻهوءَ موهه وڏي شيءِ آهي
اهڙو ڏوهه وڏي شيءِ آهي



## آءُ تہ...

آءُ سمجهان ٿو هوا سان
تون رَلي ويندينءَ هلي
منهنجي گهر جو در ڇڏي ڪنهن،
ٻي ڳليءَ ويندينءَ هلي!
هائو مون ڏي ڪونہ لڙنديئنءَ
پوءِ بہ منهنجيءَ سڪَ ۾
مونکي پڪ آ تون بہ سڙنديئنءَ
منهنجي گهر جو پيچرو جي
تنهنجي لئہ ٿي اوپرو پئي،
يا وڇوڙو رات آچي
۽ جي روئي سوجهرو پئي-
مان تو ان کان اڳ ٿي چاهيان
ٻن ڇُمين جو تنهنجي ڳل تي
آءُ تہ هڪ آڪيرو ٺاهيان،
آءُ تہ هڪ آڪيرو ٺاهيان-

ﮜﮚ

## مان اڄڪلهہ اڪثر سوچيان ٿو

مان اڄڪلهہ اڪثر سوچيان ٿو:
ڇا جوڻ مٿانئڻ سَچ آهي؟
ڇا ڪنهن دوزخ جي دڙڪي ۾
ڪا سونهن سَهائڻ سُچ آهي؟
يا ڪنهن جنت جي لالچ ۾
هيءُ ساهہ سڪائڻ سُچ آهي؟
مان اڄڪلهہ اڪثر سوچيان ٿو:
ڇا هن فطرت کان ٻاهر۔
ڪوئي خدا بہ لڪل آهي؟
ڇا پاڻ تماشائي هوندو
يا ڇا لئہ موت اٽل آهي؟
شيطان وجود رکي ٿو ڇا
يا ماڻهو پاڻ ٻنل آهي؟
آهي ڪوئي جيڪو ڏئي،
مونکي جواب سوالن جا؟
مان اڄڪلهہ اڪثر سوچيان ٿو:



ڏُور سُجهي، ڏُور سجهي، ڏُور سُجهي تو،
هاڻي سهيليون! پرينئڙو! ڏُور سُجهي تو۔

مينهن وسن، مينهن وسن، مينهن وسن تا،
جيئن، ڏينهن لنگهن تا
پنهنجي وهيءَ جو مونکي تيئن پور سجهي تو
هاڻي سهيليون! پرينئڙو! ڏُور سُجهي تو۔

ڪنهن نہ روڪيو ڪنهن نہ روڪيو ڪنهن نہ روڪيو آ
ها ڪنهن نہ ٽوڪيو آ،
جي نہ تہ پهچي ها هتي مجبور سُجهي تو۔
هاڻي سهيليون! پرينئڙو! ڏُور سُجهي تو۔

مان تہ اڏاريان پئي هت ڪانگ اچي مَن
ڪنهن سانگ اچي مَن،
ڦٽ نہ ٽئي نينهن جو ناسُور سُجهي تو
هاڻي سهيليون! پرينئڙو! ڏُور سُجهي تو۔

ﮚﮛ

تون رُسڻ کي چڏ ڪٽي
مان رُلڻ کي تو چڏيان

دل نہ ڪنهن جي لئہ ڦسي
اک نہ ڪنهن ٻيءَ ڏي ڏِسي
ايترو تون وچ وٽي
مان رُلڻ کي تو چڏيان

ساٿ تنهنجي مان ٽٽل
مان عمارت جڻ ڪٽل
آخري سر چڏ هٽي
مان رُلڻ کي تو چڏيان

تنهنجي مرڪن جي ڪري
پيو تو مارو پنڌ ڪري
دل بہ آ تولئہ تٽي
مان رُلڻ کي تو چڏيان

وريا چيٽ، ڪتريا ڪيٽ
مني تون بہ هلي آ نہ!
پکي ڪوڙ، ڪري جوڙ
پڳا تن سان رلي آ نہ!

ڪيو تنگ، تنهنجي چاهہ
اسان روز ڏسون راهہ
رڙيون روز پچن ڪونہ
مني ماٺ يلي آ نہ!
مَني تون بہ هلي آ نہ

ٻڌي ڪونج جو ڪرلاءُ
ڏئي ساهہ کي سُر، ساءُ
وچي ڪونج سان ڪنهن ساهہ
سندي ڳالهہ سلي آ نہ!
مني تون بہ هلي آ نہ!

جي [illegible] تي ڪري ڪوڪ
پوي هانءُ ۾ تي هُوڪ
اچين ياد تي ان ويل
اها ڪوڪ يلي آ نہ!
مني تون بہ هلي آ نہ!

لڏي شهر وئينءَ چو؟
ڪري قهر وئينءَ چو؟
جتي راند ڪئي تو بہ
انهيءَ ڳوٺ ڳلي آ نہ!
مني تون بہ هلي آ نہ!

لالڻ! تنهنجي لوڙ الا!
جوين کي جهڙ! جيت لڳي ويو

ڏرتي ويندي آهي ڏڏي، ويندو آ آڪاس لُڏي
جيئن ڇڄن تا جوڙ الا! جوين کي جهڙ، جيت لڳي ويو

سال ٿيا هن سات چنو تو دل جي دانهن تي سڏ نہ ڏنو تو
خوشيون تہ وت کوڙ الا! جوين کي جهڙ جيت لڳي ويو

ٿُرٿُرِ 'مارُو' مينهن هين، کي لڙک، هيا ڪجهہ نينهن هيو
سارو گگن َگجگوڙ الا! جوين کي جهڙ 'جيت' لڳي ويو

ꙮ

تون بہ ڪجھ چاهين پئي،
نيڻ تنهنجا تا ڏَسنِ!

تي ڏئين هر هر ڦٽي
جيئن تون هُن کي وٽي،
پاڻ چو ناهين پئي؟
نيڻ تنهنجا تا ڏسن!

نينهن پڪ لايو اٿئي
کو اڳڻ آيو اٿئي
جو تڙپي آهين پئي!
نيڻ تنهنجا تا ڏَسنِ!

ڪنهن کي ٻانهن ۾ ٻڪيئي
چاهہ جو چُڪڙو چکيئي
قرب ۾ ڪاهين پئي!
نيڻ تنهنجا تا ڏَسنِ!

ഇന്ദ

ٿهڙي جڻ تہ ٿهاڻ، اَلڙ چوري چرڪٽي
سڪ نويلي سَڪُرَ جيئن، ۾ هيءَ جوان جماڻ
عشق، اوجاڳو، آرسون، اڪڙين ۾ آلاڻ
يلجي بابَل ياڻِ، مُور نہ هاٽي موٽٽي.



امان. چُوڙ ڪُنڊي، ڏهندي اج تہ ڏکي لڳي،
ڊوليو ناهہ ڊڳن سان، موڳي آهہ مُنڊي
سڄڻ ريءَ سُنڊي، مون تہ نہ چاڙهي ماَس جي.



اديون پِلَ جو اوهہ، چار نديون جڻ ڪير جون
گوها گهرو گهاءَ ڏين، سرتيون سڏڪا ڏوهہ
ڇا هيءَ ماٽهو موهہ؟ ڳوڙها جهيڙن جَهڳَ سان.



ماءُ! نہ مانڌاٽي، من جي مونجهہ جَهڪِي ڪري،
نينهن نہ نهيرو° سگهيو، ڪڌهن پيي جاٽي،
چاڏيءَ چاهُہ نہ اوتجي، سڪ نہ سيباٽي،
الله شل آٽي، جي مڪڻ ڪائن مون هٽان.



امان منهنجا انگَّ، اوڪاسن عجيبَ لئہ
مَلِيري تہ مڙي نہ تي، ڊڳيءَ وجهان ڪيئن ڊنگ
درد نہ جاٽي دنگ، پسڻ ريءَ پرين جي.



° هڪ ننڍڙي ٽوٽي جنهن سان .انڌاٽيءَ کي رسو ٻڌي کير ولوڙيو آهي.

ساجن سَوَڙِ هيٺ، هجي منهنجي ياڪرين
سارو لوڪ سَهائيان، ڏڪيءَ ڪهڙي ڏيٺ؟
موهہ پرينءَ جو ميٺ، باقي طعنا تير جيئن.



منهنجو هينئڙو هَنڌُ، سمهندي سڪ پرينءَ جي
لوڪ لڪا، ئِي نہ ڪيان، اِهو وهيءَ اندّ
قربئون رڪان ڪندّ، ٻهڳڻ سندي ٻانهن تي



ٻهڳڻ ٻانهن تہ ڏي، سيراندي هن سرَ ڪي،
تہ آنءُ پڻ چوهہ چڏي، ترڪي اَرٻيانَ انگڙا.



جيڪي ڏور وسن، نينهن نہ ڪجي تن سان،
اندر تئي اتاولو تہ اکڙيون ڪيئن پسن
پوءِ پيا رَنج رَسن، ان ڪان اڳ اکيون پليو-



جي نہ سجاڻن نينهن، تن لئہ روح نہ روليو
ڳوڙها گوندر گاڏئان، جيڪي سمجهن مينهن،
عشق تہ ڪيهر شينهن، قِلهڙن مُور نہ قاسجي.



تهڪن تي توڪيو، هي جو ڳوڙهو هيٺ ڪِريو
پنبڙين تي روڪيو پيرين پئي پيار سَان.



خودي کيڙيءَ ۾، گوندر ڏئي گم تي وئي،
ٻهگڻ ٻيڙيءَ ۾، روئي روانا تي ويا۔



تو پئي ڪئي تاڙ متان هر ڪاهي هليو وڃان،
مومل! هيءَ مَتاڙ هٽي، هَل تہ اچانءِ تو۔



ڳهلي! چالئہ ڳاٽ، پري ڏيڍيءَ مان ڏسين،
هيءَ بَس هڪڙي جاٽ، ڪاهي آءُ اچان پيو۔



اچان هڪڙي اوڙ ڏيئي ڏاند نہ چوڙيئي،
لعلڻ تنهنجي لوڙ لُونءَ لُونءَ منجهہ لڳي پئي۔



لَسي لوٽي ۾، ڪامڻ آندي ڪانڌ لئہ،
هاريءَ جي هِن حُور جي، چاهت چوٽي ۾،
ڳالهيون ڳوٽيَ ۾، پرت پريل رومال سان۔



مُومل، ڇو تو رنجائين راڻا؟!
جنهن ريءَ، پينگ سمورا ياڻا!

هيءَ ويندئي پوءِ سُڏڪي پوندين
ڪنهن سان اورندين اولاڻا!

سارو وجود وکيري ويندئي،
بهتر آ تہ سهَي وڃ ماڻا!

ڪوشش ساڻ جهلي ڪيئن سگهندين؟
روئڻ ڪان هي نيڻ اياڻا!

موتيا ڪوڙ ميارون ڏيندئي،
ڪيئن ڏَس، تارينديں پوءِ تاڻا!

جوين، جذبا، آس ءِ اڪڙيون،
سارا ساٿ ڪرين تو ساڻا!

تنهنجي ٻاجهه اسان جو ٻَل
توبن پيڙا! هرڪو پَل.

تنهنجو پيار ئي پئوٽو آ،
نينهن اسان جو ناهه ڪٿل.

هانءُ، هَني جيئن ناهه پرين!
تانگهه نه ڪائي گهوڙَي تَل.

واڍي وانگي هينئڙي کي،
ساجن ياد ڪيي تي سَل.

بي قدرن کان ڪهڙي توقع؟
هئه هئه جيئڙا! هيئن نه جَل!

تنها رُلندي رات لَڙي.
مارو! گهرَ ڏي موٽي هل.

ഌ ഒ

سندرتا جي سڪ ۾ ڪي سوچون سڙيون هن،
دليون ڪوڙ ڪنهنجي تہ ڪوتا ڪڙيون هِن.

چڏيائون وسائي ٻريل باھہ دل جي،
اِهي لڙڪ لاُرون وڏيون بي وڙيون هِن.

اسان جون نگاهون، اوهان ڪي تيون ٻولِن،
اوهان جون اکيون يارا ڪنهن ۾ اڙيون هِن.

اجان ڪين تن ۾ ڪا مانار آئي،
سڄي عمر ساحلِ سان لهرون لڙيون هِن.

اِهو روح 'ماروءَ' جو خالي نہ پانيون،
سدا چاھہ جون جِت، وڳيون پئي چڙيون هِن.

ﮩﮩ

هُو چوڙين جي ڇن ڇن رهي آ ڪٿي.
پرين! پنهنجي ساڳي! وهي آ ڪٿي.

سدائين چڪورن کي پيو تو ڇڪين،
اڙي چنڊ! هاٺي لهي آ ڪٿي.

اُميدن جا پنڇي بہ زخمي ٿيا
تون ٻڌجي ڪو مرهم. نهي آ ڪٿي.

تصور ٿي ڏنڏلا ويا هِن سيئي،
اُهو عڪس اڪ ۾. سهيَ آ ڪٿي.

ڏکي واٽ 'مارُو' سدائين وَتي،
ڪڏهن هوءَ آئي، ڪهي آ ڪٿي.

ꙮ

چيٽ ويندو، ڦلارا ڪيئن رهندا؟
لاب پوندا تہ يارا ڪيئن رهندا؟

سڀ صراحيون ڀڳيون پيون آهن
خوبصورت خمارا ڪيئن رهندا؟

ڳوٺ تنهنجو اهوئي ساڳيو آ،
تون نہ آهين، قرارا ڪيئن رهندا؟

هُن چيو "مئڪدو ڇڏي ويا رند"
جن کي ملندي ميارا ڪيئن رهندا؟

اُن ڪري ئي ٽٽي ويا 'مارُو'
هئا مفادن جا پيارا ڪيئن رهندا؟

ﮰﮱ

وفا جون يادگيريون، دل جي لئہ انمول تي ويون هن.
ادائون عشق جي لئہ جڻ، پروٽوڪول ٿي ويون هِن.

اکين ۾ عڪس مرڪن جا، ڪنن ۾ ٽهڪ ٽا گونجن،
چُميون تنهنجون، گلابن جو پريل جڻ جهول ٿي ويون هِن.

ڪُنن تي ڪاهہ سهٽيءَ جي، دِلي ڪي سير جون چُميون،
سنڌوءَ- لهرون، سموريون چاهہ جو، چوٻَول ٿي ويون هِن.

سواءِ راڻي جي مومل! اج بہ ٿي، هيءَ، ڪاڪ سُج سمجهي
ميارون مينڌري جون، هُن جي لئہ. ٻڙڌول ٿي ويون هِن.

نرالو ناز آ تنهنجو اياٽو عشق 'ماروءَ' جو
اسان جي ذهن جون سوچون اسان جئن رول ٿي ويون هِن.

ﷻ

اُڏارون چنڊ کي آچي، چڪورن، چاھ چيڙيو آ.
وهائي لڙڪ يادن ۾، اسان ڪجھ موھ ميڙيو آ.

سُريلي شام، درياءَ تي، پرينءَ جو ساٿ هو مون سان،
انڌاري رات ايندي، جوڙ پنهنجو تو نکيڙيو آ.

اوهان کي سونهن تي باور، وڇوڙو يوڳ تا سمجهو!
جدائي جو سهي صدمو اسان جذبن سان جهيڙيو آ.

هزارين تهمتون سَر تي سهڻ، ايڏو نہ سولو آ،
هيو ڪجھ سونهن َجو هٿ ۽ عقل کي عشق تيڙيو آ.

سُهاني رات 'مارُو' پُور ڏاڍا، پيار جا آندا،
منوتڙي! انبَ تي بولي، اندر جو قٽَ اُديڙيو آ.

ﷺ

بسنتي روپ ۾ راٽي،
جواني جنهن سان گڏ ماٽي.

اچن تا زلزلا دل ۾،
تئي شل اک نہ ويڳاٽي.

اهي ڳوڙها وڏيون ڳالهيون،
اجايو کونہ هِن پاٽي.

اوهان جي سونهن ۽ سُرخي،
اسان پَئي تانگهہ ۾ تاٽي.

نرم اهڙو بدن هُن جو،
مَکڻ جي چڻ هجي چاٽي.

سڀي تحرير اکڙين جي،
۽ 'ماروءَ' کي بہ تي ڄاٽي.

سيئي پيار جا سلسلا تو لُٽي،
وڇوڙن وڏا حوصلا تو لُٽي.

جدائيءَ سبب ٿيون سنهيون آڱريون،
ڇَلا، وقت ڪي، گهرگهلا تو لٽي.

رُڳو سونهن پوڙهو لُبي ڪونہ تو
مگر، چاهہ ڪي چلولا تو لُٽي.

رُئڻ تي ٿي بندش، تہ ڳوڙهو لِڪي،
بہ ٿي ٿهڪ پوءِ، ڪوڪلا تو لُٽي.

ڳري وئي پرينءَ بن، تہ 'مارو' رُني،
اِهو، دردا سينهون دِلا تو لُٽي.

ꕥ

ڦِڪي مرڪ، ماني رُڪي تي لڳي.
ڪسڻ دل اوهان کي، سُڪي تي لڳي.

هي دنيا ڪري، ’سهڻي‘ پيدا وري،
خدا کي بہ ڀاهڻ ڏُکي تي لڳي.

چُمن ڳل تا ڳوڙهن جا ڇپڙا پرين!
اِها پيار جي اک ٻُکي تي لڳي.

وڃي يار جاڏي، ڏسان تاڏي تو
نظر جڻ تہ ’سورج مکي‘ تي لڳي.

جڏهن ٻانهن تي سونهن سڏڪي پئي،
تہ دڙڪا وساري، دُکي تي لڳي.

ويو وقت گذري، نہ ايندين ءَ تہ چا
اسان هاڻ ماٺھوءَ سندو موھ پرکيو
سيئي ڏوھ ڏاڪا، سچو ٻوھ پرکيو
اچي دل کي آتت، نہ ڏيندين ءَ تہ چا
ويو وقت گذري، نہ ايندين ءَ تہ چا



هوائن جي سامھون ڇَتا ڪين ڇوڙيو
متان وچڙي وارن سان رُڪجي پون،
اِتي ئي نہ ٻانهُن سان ٻڪجي پون،
وچڙ ڏيو هوا کي، نہ منزل کان موڙيو
هوائن جي سامھون ڇَتا ڪين ڇوڙيو



پنھنجو حقّ جتائِن تيون
تو وانگر ئي تنھنجون يادون
روز ڪُھن تيون، مَنَ ۔ مرادون
منھنجي ننڊ ڦتائن تيون
پنھجو حقّ جتائن تيون



تنهنجو ڏڻ ڏنارا شل وڏي ولين جيئن،
توکي آچيمر عشق ۾، پنهنجا انگ انار
ٻڪرين ڏنئي ڏاس ۽ مون هي پنهنجا وار،
۽ پوءِ سڀ جمار تولئہ تڪيندي گُٺي.



لهريون[1] ۽ لپريون[2] ساجيون رهن سال پر
جانب آڻن جوءِ ۾، ٻاجهہ ڪري ٻڪريون،
الاّ! سي اَپريون، مُور نہ ڪجانءِ ڪڏهين



ٽپرين[3] کي ٽاري، لاهي لالڻ! تي ڏني،
ٻَڪر جا ٻُرڪاٽ ها، هانو مٿان ياري،
تن تڏهن ساري، صحبت سپرين جي۔



ٽاريءَ سندو پُور، ڏٽيءَ آندو ڏڻ لئہ،
ٻيانو وجهي ٻاجهہ سان، هليو آه حضور،
واڙيءَ ۾ وَهلُور، ڏهندي ٻڪريون آءُ وجان.



ڊوليا! ڊنگهر آڻ، لوڙهو ويهي آ ويو،
مٿان بگهڙ ڪو اچي، ڪامورين جي ڪاڻ،
مونسان پوءِ پِلِ ماڻ، جانب جوين راتڙيون۔



---

❶ ❷ ❸ ٻڪرين جا قسم.

ڪُوڪُو(۱) ڪاموريون، اڇو تہ ورئون واڙ ڏي،
سج لهڻ ۾ ساعتون، باقي ڪي ٽوريون،
توهان چرجو ٽارڙي، اسان چنگ چوريون،
يادون ڪي ڳوريون، هٿايون هِن هانءُ تان۔!



رات سڄي راهون، تڪيندي تارا ٽڪس،
پرينءَ۔ پرچڻ ا؟ ٻڌي ٻڪرين ڪي ٻانهون،
ويچاريءَ واهون، بند ڪري ويو بانورو۔



ٻاجهہ ڪري ٻَڪرا، ٻڪريون! پرچائي ڏيو
سرَ تي سمجهي اِج ڪٽو ٻَريون!(۲) منهنجو بار،
هَئي هَئي هينئڙو، ٽو ڪري، اديون! اهڙو آر،
لالڻ! جو لاچار! منت ڪرائي ٽو مونکي.



ڊوليي ڪي ڊيرا! (۳) منهنجي پارت ڪر ڪٽي،
هٿ حبيبن جو ڏئي، توکي ٽو ڦيرا،
جوين ٽو جيرا، ساڙي سڄڻ جي سواءِ.



(۱) ٻڪرين کي سڏڻ وقت چيو وجي ٿو.
(۲) ٻڪرين جو قسم
(۳) ڊيرو ڏاس جو

کرڪيون![1] خبر ڏيوس، منهنجي هيٺي حال جي،
تنها جاني جهنگ ۾، مون جيئن ساتي تيوس،
تنهن کان پوءِ پڇوس، پيڙا منهنجي پيار جي۔



جوڀن ۾ جيڏيون! جي درد پرايو پيار جو
پوءِ نہ اوهان جو منڙو مڱيون ڪري ايڏيون،
ڪڙيون هن ڪيڏيون، پيڙائون هن پرت جون!



ڏايُون ٺُڪَ- رلي، سيئي گڏجي سرتيون،
’هُن‘ کي ڏيٺي سوڪڙي، خوش ٿي آهہ کلي،
ٿوپي منجهہ تِلي، پوندس منهنجو پيارڙو۔



ڏک منهنجا ڏوئي، ويهي ٻڌا ٻاجهہ سان،
رڙيون ونديم رلين سان روح سنديون روئي
سَوَڙِ ساٿ ڏئي ٻڌا، سڏڪا سيوئي
جوڀن ۾ جو ئي، اولاڻو مون اوريو.



(1) ٻڪرين جي ڳچيءَ ۾ ٻڌل چڙيون.

نئون– چاھہ چمڪيو نئين چوٽ ڪاڏي
اڙي پيارا! توڏي وري موٽ ڪاڏي

بظاهر ڪٿيوسين، ڏنو جڳ سڄي پر،
اسان هار تنهنجي، اڪين اوٽ ڪاڏي

سڄڻ ڪان چِچڻ تي، وني مُونجهہ ۾ هئي،
عزيزن جي دعوت ڪِلي گهوٽ ڪاڏي

مٽين سان مڙهي، گرَ اڳٺ موڪلياڻين،
وڏي مات پوءِ ڄڻ پٽس ڪوٽ ڪاڏي

اسان، نينهن نَوتِڻ ۾، سرُ چو ڏيون ها!
پرينءَ جي ڳٽڻِ پر ڳچيءَ ڳوٽَ ڪاڏي

ﷻ

هوا ۾ آهي هُڳاءُ تنهنجو
لڳي ٿو ويجهو پڄي چُڪي آن
اسان کان پَر تون وئي لِڪي آن،
قريب آ ڪٿ پڙاءُ تنهنجو
هوا ۾ آهي هُڳاءُ تنهنجو!



اجان رات جو ساٿ آهي پرين!
اوهان جي وفا تي لِکون گيت پيا
زهر زندگي پر ڏِيون ڳيت پيا
اجان ذات جو ساٿ آهي پرين!
اجان رات جو ساٿ آهي پرين!



چريءَ کهڙو چٽُ پرين!
مُئيءَ کهڙو مامرو
جي نہ اوهان جو چانورو
ولِهيءَ کهڙو وٽُ پرين!
چَريءَ کهڙو چِٽُ پرين!



## اُهوئي گهر...

اُهوئي گهر تہ سامهون آ
اُنهيءَ ۾ تون ڪٿي آهين
هُئين تون پروسو منهنجو
او منهنجي "مون!" ڪٿي آهين؟

اهي ئي در جي ڀيڪڙ مان
هتن چالا ڪٿي آهن؟
خماريل نيڻ ڪٿ آهن؟
پرون پالا ڪٿي آهن؟

اهوئي گهر تہ سامهون آ ـ
نہ ئي مرڪن، نہ ئي ٽهڪن
سندي اڄ گونج ٿي ٻڌجي
هئي جا ڪالهہ پاڪر ۾
پري سا ڪونج ٿي ٻڌجي۔

اهوئي گهر تہ سامهون آ ـ
اُنهيءَ گهر ۾ ڏسان پيو ٿو
رهي ٻي گهر ــ ڏياٽي ٿي،
اتي منهنجي نہ مومل آ
رهي ڪنهن ٻئي جي راٽي ٿي۔

اُهوئي گهر تہ سامهون آ
اُنهيءَ ۾ تون ڪٿي آهين۔

ﮘ

پر چڪورن جا ڪُسي ويا،
چنَڊ جا ساڳيا افعال

تو اڱڻ ايري اڪيلو
ياد ۾ ڪي ڳل پُسي ويا۔
چنڊ جا ساڳيا افعال

تابُ تارن تي وڌائين،
هُو تڏهن ڪانئُس رُسي ويا،
چنڊ جا ساڳيا افعال

تِرورا درياءَ تي، ۽
نيَڻَ بيڙيءَ ۾ ڪُسي ويا،
چنڊ جا ساڳيا افعال

ياڪرين؛ چوڙيون پيجائي
ٻانهن لوڏيندا ٻُسي ويا،
چنڊ جا ساڳيا افعال



ڪنهن جي اکڙين جي امنگ،
ڪير ماپي ڪيئن سگهندو؟

روح جون رولاڪيون ۽
هي دلين جا درد -- دنگ!
ڪير ماپي ڪيئن سگهندو؟

وجد اکثر واجدن کي،
ڇو وجهي ٿو ڪيئي ونگ،
ڪير ماپي ڪيئن سگهندو؟

موهه چاهي، ڊوهه چاهي،
نينهن تنهنجا سارا ننگ
ڪير ماپي ڪيئن سگهندو؟

جوانڙن جا ٺهڪڙا،
۽ جوانڙين جا جلترنگ،
ڪير ماپي ڪيئن سگهندو؟

مونکي کنڌي تي
ڏيندينءَ ٻہ تي ٺهڪڙا!

جيئن اڃان ڪجھ جِي ونان
جيڏي! جيئڻ لئيَ
ڏيندينءَ ٻہ تي ٺهڪڙا!

منهنجي مالا تي ڪُٺي
ناهيان ڪٺين اُن ڪي
ڏيندينءَ ٻہ تي ٺهڪڙا!

ٽڙيا ناهن ٺهڪ ڏئي
ڪامڻ! ڪنولن ڪي
ڏيندينءَ ٻہ تي ٺهڪڙا!



سير ۾ هٿ ساڻ لوڙهن، سي نہ ٿيندا پرجهلا،
پر اُهي ئي ميت من جا، پوءِ وسرن ڪيئن پلا!

چندّ لمحا چاهہ جا، اتساهہ تا ڏيڻي وڃهن،
ورنہ ساري زندگي آ، ڪربلا ئي ڪربلا.

موهہ ماڻهوءَ جو ڪڏهن، مايا خريدي آ سگهي،
سوڪڙي تي جي ملن تا، لک لهن تا سي ڇلا.

يار ميلي تي وبو تس، پڪّ آٽيندس سڀيون
هيءَ دعا ويني گهري "شل خير سان موٽي الا!"

مان تہ شاعر ڪونہ هُس، پر ڪنهن وڇوڙي وَڌ وڏا
ڪا ڪَمي 'مارو' اسان ڪي، آ ڏئي ويئي ڪلا!



چو تي ’حاجي خان[1]‘ وجين،
هي ’پَٽ‘[2] تہ پياري تنهنجو آ،
ڳوٺ وڏيري جو ناهي
هيءَ مَٽ تہ پياري تنهنجو آ

آد جُڳاد کان تنهنجي وڏڙن
تو جيئن سُور سَٺا هوندا،
پنهنجا پکڙا ڪين ڇڏيائون،
ڏک سُک منجھ ڪَٺا هوندا۔

رئيسن جي جاگير تہ ناهي
سهٽي! سارو هي ڪاچو
تنهنجو پڻ ڪجھ حق لڳي تو
ائين لڏين تي پوءِ پلا ڇو!

پيءُ۔ماءُ کي ڪر منٿ ڪٽي
تون نيٺ تہ پرٽائي ويندينءَ
ايڏي تون ڪمزور تہ ناهين!
’دودي‘ جهڙا پٽ جڻيندينءَ۔
تنهنجا پُٽڙا ’دُولهہ‘ ٿيندا،
پنهنجي سگھہ مڃائي سگھندا.
لوفر کي للڪاريندا هي
تنهنجو درد مٽائي سگھندا.



[1] [2] ٻئي جو هي تعلقي جا مشهور ۽ وڏا ڳوٺ. جيڪي هڪ ٻئي کان گهٽو پري آهن ۽ مون استعاري طور استعمال ڪيا آهن.

## هيءَ ڪهڙي نينهن نهار وڏئي

هي ڪهڙو توسان رشتو
تون روئين تي مان روئان تو!
ٻيا پاڻيءَ سان مان چمين سان
تنهنجا ڳلڙا ڌوئان تو.
تون چا سمجهين تنهنجا ڳوڙها
منهنجو جيءُ نہ جهوريندا؟
جا پاڻ کي پيڙا پيڙي تي
سا دنيا جا وَٽ توريندا؟
مان سمجهان تو چا ملهہ آهي
هڪ سڪ واري ڪنهن سڏڪي جو
پر ٻيو ڪو ڪيئن ڪٿي سگهندو
درد اندر جي اُڊڪي جو.
هيءَ ڪهڙي آخر شڪتي آ
تي گيت لڪائي تنهنجي لئہ؟
هيءَ ڪهڙي نينهن نهار وڏئي
جا روز رلائي تنهنجي لئہ؟

ꕥ

ڪجهه اکين آوارگين ماري وڌو
نينهن جي ناراضگين ماري وڌو.

پنڌ اوندهه ۾ به ڪرڻو هو ڪيوسين،
چنڊ جي چالاڪين ماري وڌو.

مومليءَ ماڻا ته مون ماڻي ڇڏيا،
سونهن جي پر سادگين ماري وڌو.

ڏک رُسڻ جا ڪئي سهي وياسين مگر،
يار جي بي واجبين ماري وڌو.

پيار جي پاتال ۾ غوطا هنيا،
جسم جي جادوگرين ماري وڌو.



ڪيستائين ڪو سهي
زندگي، تنهنجو مذاق!

تنهنجي خاطر آدمي تو
خود فريبيءَ ۾ رهي
ڪيستائين ڪو سهي
زندگي، تنهنجو مذاق!

عشق جي آ ڪاڪ اوڪي،
پو بہ هر ڪو تو ڪهي
ڪيستائين ڪو سهي
زندگي، تنهنجو مذاق!

موت سان جهيڙي بہ تولئہ،
ڪو ونگارون تو وهي
ڪيستائين ڪو سهي
زندگي، تنهنجو مذاق!

## لاڙ منهنجا لاڙي

### الا! جي اتي پون

ڪيڏا ڪنڊ ڪپي وجهي، ڪونڊر۔ ڪهاڙي،
الاۤ! جي اُتي پون!

پوءِ نہ رئندي پٽ لئہ. ڪائي — ڪراڙي،
الاۤ! جي اُتي پون!

ڪاڇي، ڪچي مان ڪڍن، پجائي ياڙي،
الاۤ! جي اُتي پون!

ڪوڪر جي، ڪاهوڙين لئہ هوندي نہ ڪا واڙي،
الاۤ! جي اُتي پون!

ﮬ

## ڇا تون مان ٻيهر ملڻا هون؟

هيءَ آخر ڪهڙو تعلق آ،
جو ڪوئہ تو توڙيندي بہ ڇڄي
ڪنهن جهوريءَ ۾ پيو هانءُ جهجي
ڪو لڙڪن جي بارش ۾ ڀڄي۔

جيتوڻيڪ اسان جي دل ۾
ٻرندڙ باھہ ٺري وئي آهي
اکڙين آس مري وئي آهي
وقت جي وير وري وئي آهي۔

هاٺي منهنجي من اندر ۾
ڪانهه تي ڪائي تانگهه تٽي
۽ ڪونهه تي ماضيءَ ياد وٽي
هن ڇاتيءَ تي آ ڇپَ مَٽي
اَڄ تنهنجي ٻُلن تي ڇرين جيئن
هِي چپ نه چمين لئه آتا
جَن گيت پريت پريا تي ڳاتا.

پر پوءِ به الائي ڇو سهٽي
هي تنهنجو منهنجي لاءِ پڇڻ
پوءِ سامهون اينلي ڪجهه نه ڪڇڻ
۽ ساڳئي سمبنڌ لاءِ لڇڻ

ٿو سوچڻ تي مجبور ڪري
ڇا تون مان بيهر ملٽا هون؟
ڇا اڳ جيئن خوش تي ڪلٽا هون؟
گڏ جيون دڳ تي ٽلٽا هون؟

هيءُ آخر ڪهڙو تعلّق آ؟

# مان اجارو ئي مرانْ ها

پيار جي پارت نہ ڪر
روح ۾ رهندينءَ تون
انگ اريپيئي پوءِ ڪيئن
هانوَ تان لهندينءَ تون
قرب ۾ کهندينءَ تون
پڪ سدائين پار منهنجي
۽ چمين جا قَولَ ڪي
اڄ ڳلن تي هارِ منهنجي

تنهنجي ٻانهن جون وليون
عشق جي هن اُڄ ۾
چڙ تہ پاڻيءَ جون ڪليون

مان اجارو ئي مران ها
پيار جو پاڻي ڏنو تو
ڇا ڪو پاڻي پياس ۾
ڪونہ ساريندو ڇري
توکي ڏس هي تنهنجو 'مارو'
ڪيئنءَ وساريندو ڇري؟

پيار جي پارت نہ ڪر
روح ۾ رهنديءَ تون.



# اسان ڇڻ طُور تي وياسين!

اسان، فطرت جي ويجهو تي
خدا کي روح جي اک سان
ڏسڻ چاهيو پئي جانان!
اسان نر۔ ماد جي ننيڙي
اجائي خول مان نڪري
وڃڻ چاهيو پئي جانان!
اوهان سمجهيو ته پاڳل هُون
اوهان جي انگ هرهڪ تي
وُناسين ڇڻ ته بادل هون
مگر ته به رولڙا ايڏا
ڏنوَ مونکي اڙي جانان!
وڏا تَوَ اولڙا ايڏا،
اسان جي روح جي اک تي،
جو پٽڪي سپ وياسين دڳ
اوهان جي نانگ جهڙي چڳ،
اسان کي ايئن ڏنگيو جانان!
خدا کان ڏور تي وياسين،
اوهان جلوا تيا نوري،
اسان ڇڻ طُور تي وياسين!

# مُدتن کان پوءِ

مدتن کان پوءِ تنهنجون
بي وفايون ياد آيون
۽ رُسڻ کان پوءِ پرچڻ
لئه صفايون ياد آيون
اج تصور ۾ اچانڪ
عڪس تنهنجو ياد آيو
رقص تنهنجو ياد آيو
ٿهڪ سارا ياد آيا
چاهتن جا جيءَ جڏي کي
ڇهڪ سارا ياد آيا
ڪٿ تي گهر جي پڌر ۾
مان ستل ۽ شل پگهر ۾
اوچتو اُپ ڏي چتايم
چانئجي ويون هون گهٽائون
لڙڪ منهنجي اک جا ڪجهه
ويا قدم اڳتي پري ها!
۽ پڇائون! اي گهٽائون!
هن اسان جي، گيت سرجيندڙ
ڪويءَ جي
ڪٿ ڏنو هرٽي هيسايل
پوءِ ويندڙ هو گهٽائون
گهر مٿان ترسي پيون هُون!
ڪجهه گهڙيون برسي پيون هيون
پوءِ سوچيم: بي وفايون ۽ وفائون
موهه سارو مان هيس
نينهن جو سارو نظارو مان هيس

ﷺ

## انهيءَ سونهن

انهيءَ سونهن تنهنجا ڍڪيا عيب سارا
انهيءَ عشق منهنجون ڪي خوبيون لتاڙيون
مٺي مُرڪ تنهنجي ڪئي تي سفارش
مگر لڙڪ منهنجون اُميدون اجاڙيون
هميشه رهيون گڏ مگر ڪم نہ آيون
رڙيون ۽ رساما پرين جون جدايون!
اڪين آسمان تي سدا چنڊ ڳوليو
سدا روح ڪائي تمنا نپائي
پئي منهنجي چپڙن ڪا چاهت چڪائي
سدا منهنجي ٻانهن تيڻ هار چاهيو
هو تنهنجي ڳلي جو ها سهٽي ڳلي جو
۽ توسان رڳو بس ڪرڻ پيار چاهيو
هيو تنهنجو هيڪر تيڻ يار چاهيو
تڪبّر سندو تير جڙ سونهن تنهنجي
اسان جي هئي دل نشانو سندس
اسان جي حصي ۾ بہ تي منٿ آيا
هي دنيا هي دولت زمانو سندس

انهيءَ سونهن تنهنجا ڍڪيا عيب سارا
انهيءَ عشق منهنجون ڪي خوبيون لتاڙيون

وڏيڪ مَسُ جو ڦڙو
شهيد جي آ رَتَّ ڪان
ها سونهن ڪان ۽ سَتَّ ڪان
ڪڏهن بہ ڪين تئي لُڙو
وڏيڪ مَسُ جو ڦڙو.



ڏئي پيار هيڪر اُنهيءَ ڪي نہ تاڙيو
اسان نينهن نئين مان لڳايو تہ هو
اجان ڏِير دل ڪي نہ آيو تہ تو:
سويري وڃي سات پنهنجو پلاڙيو
ڏئي پيار هيڪر اُنهيءَ ڪي نہ تاڙيو.



هوائن جيان سونهن جي ڪانہ منزل،
جتي پاڻ چاهي هلي تي وڃي،
رُسي تي تہ راڙين ڪان پيرا پڇي،
ڏسي هن ڪي پاڳل تئي هرڪو عاقل!
هوائن جيان سونهن جي ڪانہ منزل.



ڪڏهن ڄامشوري اچڻ جي ٿيئي،
اسان توکي ملنداسين قاضيءَ جي پاڙي،
اُتي ايندا آهيون، ٻه ٽي لڙڪ لاڙي،
ملي وڇڻ دل جو چوڻ جي ٿيئي!
ڪَڏهن ڄامشوري اچڻ جي ٿيئي،



وري ياد ايندئون اوهان جون ادائون
جڏهن ڄامشوري تي بادل وسيا،
جڏهن پنهنجي منزل ڪي راهي رسيا،
جڏهن بي چَپُون ڪي گهليُون هت هوائون،
وري ياد ايندئون اوهان جوَن ادائون.



اوهان جو ڪلڻ چو اسان کان نه وسريو
اوهان منهنجا ڳوڙها وساري ڇڏيا،
دليئون موهه جا مَنڊَ واري ڇڏيا،
پنَن جيئن نه منهنجو اچا عشق وڪريو
اوهان جو ڪلڻ چو اسان کان نه وسَريو



متان چئين تہ يونيورسٽي وَٽي ويس،
اسان جي ڪٿي تي هتي اک لڳي،
اجان جنڊُ پئي توهہ- تنهنجي تڳي،
متان چئين تہ مون بن ڪنيي ڪا ڪٽي ويس،
متان چئين تہ يونيورسٽي وَٽي وِيس.



ڪنهن جي لار لڳڻ تي چاهين؟
رمندا بادل ساٿ نہ ڏيندئي
پاڇولا چا پيار ونڊيندئي؟
ڪهڙي توهہ تڳڻ تي چاهين؟
ڪنهن جي لار لڳڻ تي چاهين؟



هوا واٽ ويندي ملئِي جي سَڪِي،
تہ پڇجانس فئڪلٽي وسري ويئي؟
شرارت اکين مان چا نڪري ويئي؟
اسان آس سانڍي اکين ۾ رَکي،
هوا واٽ ويندي ملئي جي سَڪِي،



احساس نہ ٿيو يار کي ڪنهن ويل جفا جو.
مون پاڻ ورتو خوب مزو سونهن سزا جو.

هن اڄ ڪي هو سڄ ڏنو ڪلهہ چا نہ سهارو،
ڪو آسرو ئي ڪونہ هو گهنگهور گهٽا جو.

ڪلهہ ڳوٺ منجهان ڳلّ اگهي شهر هليو ويس،
پيا قرض چڪايون ٿا پرين تنهنجي ادا جو.

گهر، ڳوٺ سلامت نہ رهيو پيار سلامت،
ڪو پروسو ئي ڪونہ رهيو بدلي فضا جو.

ايذي نہ وڏي مونکي جدائي جي سزا ڏي،
جي ڪجهہ تون اندازو بہ ڪرين منهنجي خطا جو.

ﮩ

هوءَ جدا ٿي پوءِ بہ ڇا سينگار ۾ مصروف هوندي؟
ڪيئن ڇئجي؟ هوءَ تہ لڙڪن لار ۾ مصروف هوندي.

وقت جو درياء لوڙهي ڪيس ويو يا پاڻ وئي،
ڪنڌ ڌوڻي ها ڪرڻ، انڪار ۾ مصروف هوندي.

ياد منهنجي۔ تون وڃي هُن کي اجايو تنگ نہ ڪر،
ڇو تہ هوءَ اڳ ئي گهڻو ڪم ڪار ۾ مصروف هوندي.

”عشق ڪائي باھ آ، يا آهي جوين سوکڙي“
پاڻ ئي پنهنجي اندر تڪرار ۾ مصروف هوندي.

گفت گل رابيل جا پڪ سان وڃا هوندا سڪي،
پوءِ بہ ماروءَ دل ڇيو مهڪار ۾ مصروف هوندي.

❧☙

## اوسيئڙو

تون بسنتي ويس ۾،
منهنجي گهر آئين هيئنءَ
منهنجي دل جي ديس ۾
پيار جا قولارها
ڪجهه تون گهبرائي هئينءَ
۽ پوءِ شرمائي هئينءَ
مون وڏي بس هٿ چُميو هو
۽ گهميو هو
جسم جو سارو جهان
ڇا تہ هو پيارو جهان
تون هلي وئينءَ
ٻي ڳلي وئينءَ
منهنجي نيڻن جي ڪڙهہ پر
اڄ بہ تنهنجي لئہ ڪليل آ
هو تہ سمجهن ٿا پليل آ
هوءَ بسنتي ويس واري
آ سرنهن جيڪر ڦلاري
ان بہ تنهنجي ياد آندي
تون نہ آئينءَ، تون نہ آئينءَ.

ꕤ

كالهہ هُن جي ٻُڪِي پئي آهي
ساهہ جي سَڌ سُڪِي پئي آهي

نيت ونواهہ ۾ وڃي وڃي
ڪيئن ملندي رڪي پئي آهي

هي پتو آ تہ هوءَ ٻئي جي آ
پوءِ بہ چو دل ڊڪي پئي آهي

ڪجھ قلن مُث تي سونهن جي ديوي
اڄ وڪاڻي اُڪي پئي آهي

خاڪ ۾ جڙ ملي وئين مارُو
جو خودي پي جُهڪِي پئي آهي

ཆ

تنهنجي تا سانگي اچون.
ڏَسِ تہ ڪنهن وانگي اچون.

ڪار ڪاڇي ڪيئن هلي،
تا چڙهي چانگي اچون.

هوءَ ڪرولا ۾ پڳي،
پاڻ ڪيئن ٽانگي اچون.

رات آڌيءَ جو بئي،
ٻَبُر ٻِشانگي اچون.

هل تہ مارو چيلڙن لئہ،
تارڙي چانگي اچون.

ฃ೧ଔ

اوءِ سهٽي چوڪري،
تون گلن جي ٽوڪري.

مان ڪَٿي ڪيئن ٿو سگهان،
پيار جو ملھ پوپري.

تون سمايل ساھ ۾،
تون ڪٿي آن اوپري.

ذهن تي وئين ءَ ڇانئجي،
چوڪريءَ مُنهن موڪري.

مدتن کان پوءِ ٻه مارو
سڪ لڳي ٿي اوتري.

ﷺ

سوچ کي کو تڪاءُ ڪونهي ڪو،
ٻين سان اهڙو لقاءُ ڪونهي ڪو.

پيار تورو ڏڪار ڏاڍي آ،
سچ آ، هيءُ تڪاءُ ڪونهي ڪو.

مان اجايو اکن چڪن آهيان،
هُن جو مون ڏي جهڪاءُ ڪونهي ڪو.

روح تنهنجو بہ تو گهري ڪجهہ ڪجهہ،
ڳالهہ هن ۾ وڌاءُ ڪونهي ڪو.

اک ملائڻ رواج تي پيو آ،
ور نہ مارو نياءُ ڪونهي ڪو.

ﮩﮨ

منهنجي مَن تي تنهنجي ڇايا،
تنهنجي قربن گيت لکايا.

جوين جي رُتِ ۾ هڪ ڇوري،
منهنجي ويئي پلٽي ڪايا.

خوابن هر هر ايندي ويندي،
رات سڄي پئي نيڻ ستايا.

پَيڪَڙُ هو جڻ پيار پرينءَ جو
تڏهن تہ هُن تي حق جتايا.

ساري رات لڙيا اوندهہ سان،
سج اُڀري سي ديپ اجهايا.

"ايڏو رول نہ تي او مارو،
آءُ پُڳي هان سانگ سڄايا."

ꙮ

تو مٿان بار ٿي نہ ايندا سين
ها پرين يار ٿي نہ ايندا سين

جي بُرو ٿا خلوص کي سمجهو
هاڻ غم ٿار ٿي نہ ايندا سين

چلولا ٿي پيا هياسين پر
ٻاجهہ لئہ ٻار ٿي نہ ايندا سين

تنهنجي محفل مان روز او جانا
موٽندي خوار ٿي نہ ايندا سين

غم تہ حد کان ٽپي ويو مارو
نيڻ جو نار ٿي نہ ايندا سين

روح کي اڄ قرار ڪونهي ڪو
ڇو تہ پاسي ۾ يار ڪونهي ڪو

مون تہ هڪڙي خطا چمڻ جي ڪئي
تهمتن جو شمار ڪونهي ڪو

جاڳندي رات تي لڙي پنهنجي
ڪيئن چوان انتظار ڪونهي ڪو

سار سپنا بہ ڏَڙَ سُڃي وانگر
جنهن جو ڪوئي ڏنار ڪونهي ڪو

نينهن مارو ڇٽي نہ ويندو آ
هي سرنهن جو ڦلار ڪونهي ڪو

روڄ مٿان ڪا راٽي گذري
ڪنهن جي پيارَ ڪهاڻي گذري

سال ٿيا هن پوءِ بہ لڳي ٿو
هوءَ آ مون ڪان هاٽي گذري

حيلا سڀ ناڪام ويا ٿي
ٻڌجي سِرَ تان پاڻي گذري

هينئن بہ ناهہ تہ ڪو نہ ڏٺائين
هوءَ تہ جاڻي واڻي گذري

صبح جو مارو ڏور وڃئي ٿي
رات اسان گڏ ماڻيـ گذري

ﮩ

سيڻ ويا تَس دور ٿي، جو دل رڙي ۽ پئي ڪڙهي
آ اکين ۾ نينهن جي، ڪائي عبارت ڪو پڙهي

چڏ بهانا، هُو پهاڪو تو ٻڌو ناهي چري
"جَتُ ڪڙهہ تي ڪير پياري، جي سچائيءَ تي چڙهي."

ٻيا بہ ڪيئي سونهن تنهنجيءَ تي ڏنم عاشق هيا،
لوڪ ساريون تهمتون مون تي ڇڏيون آهن مڙهي

آنءُ پهتس سام تي، پر هُن پناهون ڪٿ ڏنيون،
راهہ ۾ رولي ڇڏيو تنهن، مان لڳس جنهن جي لڙهي.

هُن هٽي مُهري وڏي اُکري يڃي ويس هَٿُ ڦِري
سامهون مارو هيس پوءِ ڪيئن چوري اَنُ چَڙهَي

ꙮ

وقت ڪٽيوسين ورھ ونڊيندي
سڏڪي پياسين جھٽڪ جھليندي

توکي ترس نہ ھرگز آيو
نينھن اسان کان ننڊ کسيندي

راس نہ آئي جوين جي رُت
ھوءَ وچڙي وئي رات پٽيندي

ساري رات رمي وئي آھي
سڪ ۾ سڙندي سُٽ ڪتيندي

مارو! تون بہ شڪاري نڪتين
وقت وڃائي ھرڻ جھٽيندي



هوءَ جنهن سان دل لڳي آ
سا تہ منهنجي زندگي آ

سڄُ ايري پوءِ وڃجان
رات ڪيڏي شبنمي آ

چو سدائين زندگيءَ ۾
پئي رهي هُن جي ڪمي آ

چوٽ تي جي چاهہ تيندو
هر سزا پوءِ يوڳٽي آ

ڪاوڙي ماروا ڪتي آ
هوءَ تہ پرچڻ لئہ رُني آ



چو مُڪَر جي ماءُ وارو آسرو پلجي نہ ٿو،
روح کي روڪيان گهڻو ٿو پر چريو جهلجي نہ ٿو.

دل چوي ٿي يوڳنائون، سپ ٻڌايان يار کي،
سامهون ڏسندي ئي هُن کي، سور ڪو سلجي نہ ٿو.

سوچ ايندي آ ڪڏهن، هر لڙڪ جو ونجي حساب،
چو الائي پوءِ بہ ابتو ڪو اکر اَلجي نہ ٿو.

ڪوڙ ڇهرا چنڊ جهڙا، ٻيا بہ جيون ۾ مليا،
ويا سيئي نڪرائجي، ڪو روح ۾ رلجي نہ ٿو.

جنهن ڪچون ڪُرڙيون ٿي ڪاڏيون، سو نہ مارو ساڳيو
ٻووَ جو آهي زمانو ميٺ ڪٿ ملجي نہ ٿو.

ﷻ

مُڪر شاڪر مچيءَ جي ماءُ کي ايترو آسرو هوندو آهي جيستائين هُو ڪُنيءَ ۾ اڙ- رَڏو نہ ٿئي. هڪ نقل آهي.

# هوائن کي ڏيون ساهي

هوائون پار تنهنجي کان،
پرن تي پيار آڻن ٿيون،
سموريون ذهن جون سوچون،
مزا پوءِ خوب ماڻن ٿيون۔
عذابن سان اڪيلائي،
تڏهن پوءِ ڪير ڪيئن پيئي،
اهو تورو هوائن جو،
چڙيون ڪيئن روح تان ريٽي،
جڏهن احساس ڪو ليٽي،
اسان جي هانو جي هنڌ تي،
تڏهن آهين اڙي سانئڻ،
اسانِ جي پُور جي پنڌ تي،
تصور تيز فيڪس کان،
اوهان سان پوءِ ملائي ٿو
دليئون دڪڙا پلائي ٿو۔
اِهو ميلاپ ماڻهوءَ لئہ،
وَڏي وٽ آ اڙي جانان
اسان وٽ آ لڙي جانان،
هوائن کي ڏيون ساهي
اسان لئہ واٽ جن ٺاهي
هوائون ٿهڪ ڏينديونَ پوءِ
رليون توساڻ ايندون پوءِ۔
هوائن کي ڏيون ساهي
هوائن کي ڏيون ساهي۔

ജ്ജ

# چڻ تہ کو اسرار آهي

جو پرينءَ جو پار آهي،
چڪّ چاتيءَ ۾ انهيءَ جي،
جٌڻ تي ڪو اسرار آهي.
ڪلهہ بدن جي باغ ۾،
خوب هئا مہِتيا تڙيا،
چنڊ چهري تي ڪڙيا،
موهہ جا پؤنرا تڏهن،
ڪيئن نہ پلجي ها مڙيا؟
جي لکان تو گيت هي،
منهنجي من جا ميت۔ هي،
آ پرينءَ جي جيت هي.
چو تہ جيون ۾ جڏهن،
هانءُ هاري تو وجهان،
پوءِ پرينءَ جي ديس تي،
واڳ واري تو وجهان.
چو مان واريان واڳ تو،
روح سانڊي راڳ تو
هيءُ کهڙو ڳجهہ اهي،
جو پيو تو سينو ساهي؟
هائو شايد راحتون،
نندپٽي جون چاهتون،
پوءِ آڏاري تيون وڃن،
ننڊ گهريءَ مان مونکي،
بس، اُتاري تيون وڃن،
ها پرينءَ جي پار ڏي.
جو پرينءَ جو پار آهي،
چڻ تہ ڪو اسرار آهي.

## جيءَ ۾ جهاتي

تو ساڻ وفا جي خاطر مون،
رات ٻہ جيءَ ۾ جهاتي پاتي.
هانوَ تہ هائوڪار ڪئي پر،
چو رهندين آن چپ چپاتي.
چا ھِي پنهنجا سور نہ ساڳيا،
جيڪي هڪٻئي ساڻ ونڊيون؟
چا موهہ انسان جو مٽي آ،
جنهن کي لاهي جان ڇنڊيون؟
آءُ مڃان ٿو سونهن اوهان جي،
توکي وفا ڪجهہ مٺي پوندي:
جا "تون" ۽ "مان" جي پٽ آهي،
سا نيٺ اسان کي پڇٽي پوندي.
پوءِ تون بہ نہ رهندينءَ مان بہ نہ رهندس،
بيئي هڪٻئي جا هونداسين:
ساهن جي سرهاڻ بہ ساڳي،
پاڻ بہ ساڳيا هونداسين.

ꙮ

## مون هڪ اونهو ساهہ کنيو

ڪنهن مُرڪي مون کان رات پڇيو:
ڏس مارو ڪيئن تون شاعر ٿئين؟
ڇا ڪنهن جي مرڪن موهيو ٿئي،
يا سونهن جي پويان پلجي وئين؟
يا عشق جي ڪائي چوٽ لڳئي
جنهن توکان هي گيت لکايا؟
يا درد مليئي دل وارن کان
جن جي لئہ تو نيڻ ٽمايا.
ڇو جو تنهنجي شعرن مان
محسوس ٿئي ٿو درد وڏو.
ڪيئن پيڙائن سان پيار ڪيئي؟
جي وينيون تو وٽ لاهي لڏو.
مون هڪ اونهو ساهہ کنيو
جنهن ۾ سارو ماضي هو.
هُن کي چيم "ڇڏ ڳالهہ اها."
پيو دل جو درد ٿي قاضي هو.

ꕥ

## محبت جي سفر تي هون

اِهي اندر جون رولاڪيون،
ڪيون جي يار چالاڪيون.
تيا دل ۾ وڏا ڌڌڪا،
هلايون سونهن بي باڪيون.
ايئن ناهي، نہ تا سمجهون،
مگر پوءِ پيي الائي چو
اسان اڄ جاڻ راهيءَ جيئن،
محبت جي سفر تي هُون.



## ڦلار جي رُت ايئن نہ وڃجانءِ

ڦُلار جي رُت ايئن نہ وڃجانءِ
ميار تيندئي.
اڃان پرينءَ سان مليون نہ چاتيون
اڃا اميدون پليون نہ آهن
اڃا هي اکڙيون رهن تيون آتيون
اڃا ڪڙهہ مون ڪليل رکي آ
اڃا انهيءَ ۾ اکين جون جهاتيون.
ڦُلار جي رُت ايئن نہ وڃجانءِ
ميار تيندئي.
اڃا چپن جون چميون رهيل هِن
پرينءَ ڳِنا يي اداس هوندا
چپن سان جيڪي گهٽو نهيل هن
اهي نہ هڪبئي سان ڪوڙا تيندا
ڪئي انهن جا وچن ڪيل هِن.
ڦُلار جي رُت ايئن نہ وڃجانءِ
ميار تيندئي.
اڃا تہ ٻانهون نہ هار تيون هن
پرينءَ جي سهٽي ڳچيءَ سنديون ۾
اڃا نہ مرڪون بهار تيون هن
اڃا نہ جوين جي رَسُ پيتيَ
اڃا نہ اکڙيون خمار تيون هن.
ڦُلار جي رُت ايئن نہ وڃجاَنءِ
ميار تيندئي.

ᘓᘏ

## ٿٽي جي واءُ سان گهلندي

لڙيا جي لاڙ ۾ رُلندي
اُهي ڳوڙها اڙي سُهٽي
جوانيءَ چوهہ مان چلندي
وري ويتر کسي ويسهہ
ٿٽي جي واءُ سان گهلندي
اوهان وٽ پڪ پُڳا هوندا.
مگر بس چا ڪجي هاٽي
اسان ريءَ تنهنجي نيڻن ۾
بئي ڪنهن لئہ اميدن جي
انگورن جا چُڳا هوندا.
لڙيا جي لاڙ ۾ رُلندي
اُهي ڳوڙها پُڳا هوندا.

ဆဆ

سنسار وڏو منڊ آ

مارو جمالي

اڏام پبليڪيشن - دادو



.... نئين ٽهيءَ جا شاعر سچ ۾ ته باڪمال شاعر آهن، جو سندن شاعريءَ ۾ جذبي جي شدت، خيال جي انفراديت، وزن جي حوالي سان ورائٽي، تشبيهن، ترڪيبن جو حسن، قافيا، رديف اڇوتا، نج ٻوليءَ جو استعمال ۽ ٻين انيڪ خوبين سان سندن شاعري نبيٽار آهي.

مارو جمالي به اهڙن باڪمال شاعرن منجهان هڪ آهي، جن جي شاعري پڙهي سٺي شاعريءَ ۾ ايمان تازو ٿيڻ لڳندو آهي.

هتي هڪڙي ڳالهه آءٌ واضح ڪندو هلان ته مون وٽ سٺي شاعري ۽ وڏي شاعريءَ لاءِ پنهنجون تشريحون آهن. منهنجي نظر ۾ سٺي شاعري اها آهي، جيڪا نئين ٽهي ڪري پئي پر وڏي شاعري يا وڏي شعر جي ڳالهه ٿيندي ته بزرگ شاعرن کان وٺي نئين ٽهيءَ تائين ان جو مقدار گهٽ ملندو.

منهنجي نظر ۾ وڏو شعر اهو آهي، جيڪو ڪجهه گهڙيون توهان کي ٻيهارڻ تي مجبور ڪري ڇڏي. شعر جي سحر ۾ لڙهي وڃو توهان، هڪ آه يا هڪ واه توهان جي چپن تي رقص ڪرڻ لڳي.

اياز جي لفظن ۾ روح گرمائي ڇڏي توهانجو، اداسين جي گفائن ۾ گم ڪرڻ جو ساهس هجي ان ۾. دل جي سڪل نوٽ ڏرتيءَ تي وسڪاري جو ڪم ڪري وڃي ۽ اچانڪ چرڪ ڪيرائي ڇڏي توهان کان، ته اهي ئي وصفون آهن وڏي شعر جون.

يقين ڪريو، مارو جماليءَ جي هن شعري مجموعي ”سنسار وڏو منڊ آ“ ۾ اهڙا شعر توهانکي ملندا. اهي ڪهڙا آهن ۽ ڪيترا آهن، اهو ڏسڻ ۽ جاچڻ توهانجو ڪم آهي.

**مشتاق پرڳڙي**

دادو

3 آڪٽوبر 2006ع

Price: Rs. 120-00

Design: Intel Communications, Hyd.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳَر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو بيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ يلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن ڪي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ ڪان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن ڪي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ ڪي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽَ ڪي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٹَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ-

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ٽائي ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ "منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)